# درد انگيز سفر نامہ ”جعفري“

(سنڌي منظوم ترجمي سان)

از

آخري تاجدار سنڌ مير محمد نصير خان ٽالپور ”جعفري“

مرتب

صفدر حسين ميرزا ”سيفي“



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي

حيدرآباد، سنڌ.

2014ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر 197



دردانگيز سفرنامہ "جعفري"

| | |
|---|---|
| از: | ميرمحمد نصير خان ٽالپور "جعفري" |
| مُرتب: | ميرزا صفدر حسين بيگ "سيفي" |
| ڇاپو: | پهريون، جنوري 2014ع |
| تعداد: | 1000 |
| قيمت: | 80 /= روپيا |

**Catalogue Reference**
Mir Muhammad Naseer Khan Talpoor "Jafri"
Dard Angaiz Safarnama "Jafri"
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN 978-969-625-011-1

Dard Angaiz Safarnama "Jafri"

| | |
|---|---|
| Compiled by: | Merza Safdar Hussain baig "Saifi" |
| Edition: | First |
| Year: | January 2014 |
| Quantity: | 1000 |
| Price: | 80/- |
| Composing: | Tasadduq Hussain Mirza |
| Layout & Title: | Asadullah Bhutto |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority National Highway, Hyderabad, Sindh, 71000, Pakistan. |
| Tel: | 022-9240050-3 |
| Fax: | 022-9240051 |
| E-mail: | sindhila@yahoo.com |
| Website: | www.sindhila.org |
| Printed by: | Pakeeza Printers, Hyderabad. |

---

هيءُ ڪتاب، تاج جويو، سيڪريٽري، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، ميسرس پاڪيزه پرنٽرس حيدرآباد مان ڇپرائي، اداري جي آفيس، نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# ارپنا

پنهنجي علمي، ادبي استادن ۽ بزرگن:

- سنڌ جي نامور محقق، تاريخدان ۽ شاعر ڏاڏا سائين **ميرزا عباس علي بيگ ’عباس‘**
- ”سنڌيءَ جو عروض“ ڪتاب جي مصنف والد محترم **ميرزا سڪندر علي بيگ ’جرار‘**

جن جي نالي

جن جي زبان تي اڪثر هي شعر هوندو هو:

سعديه شيرازيه هنرش مده
ڪمـــــــــــــزاد را
ڪمزاد باشد بيوفا دشمن شود
اســــــــــــتاد را

**_ صفدر حسين ميرزا ’سيفي‘**

# ناشر پاران

مثنوي دردانگيز سفرنامہ ’جعفري‘ دراصل فارسيءَ ۾ لکيل منظوم تاريخ آهي، جيڪا سنڌ جي تاريخ جي هڪ اهم دور يعني ٽالپورن جي دور ۾ ٿيندڙ ڪن اهم واقعن تي روشني وجهي ٿي.اها فارسيءَ ۾ هُجڻ ڪري عام سنڌي پڙهندڙ جي پهچ کان پري هئي، جنهن کي سنڌ جي نامياري شاعر ۽ محقق سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سنڌي خواندن کي سنڌ جي تاريخ جي انهيءَ رخ کان آگاهہ ڪرڻ جو فرض نباهيو ۽ جس آهي صفدر حسين ميرزا کي، جنهن پنهنجي بزرگن جي ڪيل هن پورهيي کي منظرعام تي آڻڻ لاءِ نہ صرف ان کي سهڻي نموني سهيڙي پيش ڪيو آهي، پر ان جو مختصر تعارف بہ چڱيءَ ريت پيش ڪيو آهي.

صفدر حسين ميرزا اول سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا پراجيڪٽ ۾ ۽ هاڻ ڊڪشنري بورڊ ۾ تحقيق جو ڪم ڪري رهيو آهي ۽ آءٌ بجاطور تي اهو چئي ٿي سگهان تہ هو صحيح معنيٰ ۾ هڪ اسڪالر آهي ۽ انهن ٻنهي پراجيڪٽن ۾ سيني رسرچرن کان وڌيڪ لائق فائق آهي ۽ پنهنجي خانداني روايت موجب علم جي ميراث سان گڏ اعليٰ اخلاق جو مالڪ آهي. منهنجي دعا آهي تہ الله سائين کيس سنڌي ٻوليءَ ۽ علم ادب جي خدمت جي ميدان ۾ ڪاميابيون عطا فرمائي.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران هن ڪتاب جي اشاعت سان ڪيئي ڪارج سَر ٿي سگهن ٿا، سنڌ جي هڪ دور جي واقعن جو احوال، قديم سنڌ ۾ فارسي شاعريءَ جو مثال ۽ سنڌيءَ ۾ اُن جي ترجمي ذريعي هڪ ٻنهہ نئين موضوع جو خيال. اسان کي اميد آهي تہ پڙهندڙن کي هيءُ ڪتاب ضرور پسند ايندو.

**ڊاڪٽر فهميده حسين** 10 جنوري 2014ع

# پنهنجي پاران

سنڌ جي تاريخ گهڻو آڳاٽي دؤر کان شروع ٿئي ٿي، جيڪا تمام دلچسپ ۽ اهم هجڻ باوجود اڄ تائين ڇڙوڇڙ ۽ بنا ڪنهن ترتيب جي ڪتابي صورت ۾ موجود آهي. اڌ کان مٿي قلمي ماخذ مسودن جي صورتن ۾ لائبريرين جي ڪٻٽن جي زينت بڻيا پيا آهن. خصوصًا ٽالپورن جي دؤر تي سرڪاري سطح تي ڪوبہ تحقيقي ڪم منظرعام تي نہ آيو آهي. اها حقيقت آهي تہ سنڌ جي تاريخ ۾ ”ٽالپور دؤر“ هڪ اهم باب آهي. ٽالپور حاڪمن ارڙهين صدي عيسويءَ جي آخري ڀڻ ڏهاڪن ۾ سنڌ جي حڪومت سنڀالي ۽ ڪلهوڙن کي هالاڻيءَ واري جنگ ۾ شڪست ڏئي، 1783ع ۾ باقاعده حڪومت جو بنياد رکيائون. ٽالپور حڪمرانن عالمن، فاضلن، شاعرن، ڪاتبن ۽ فنون لطيفہ جي ماهرن جي قدرداني ڪئي. مذهبي پرچار جو ادب پيدا ٿيو. عوام لاءِ هي هڪ آسودو ۽ خوشحاليءَ وارو دؤر هو.

ٽالپور حڪمرانن کان انگريزن ويساهہ گهاتي ڪري، سنڌ تي قبضو ڪيو. مياڻي ۽ دُٻي جي جنگ ۾ شڪست کان پوءِ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپور سميت ڪيترن ئي ٽالپر اميرن ۽ شهزادن کي قيد ڪري ڪلڪتي موڪليو ويو. ميرمحمد حسن علي خان ٽالپور، ميرمحمد حسين علي خان ٽالپور ۽ مير يارمحمد خان ٽالپور 'بهرور' کان سواءِ باقي سڀ ٽالپور امير نظربنديءَ واري عالم ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويا. انهيءَ نظربنديءَ واري عرصي ۾ جيڪو ڏک، درد ۽ مصيبتون ٽالپور اميرن سَٺيون، تن کي سنڌ جي آخري حڪمران ميرمحمد نصير خان هڪ مثنويءَ ۾ قلمبند ڪيو هو. انهيءَ فارسي مثنويءَ جو منظوم ۽ ساڳئي وزن بحر ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو راقم الحروف جي بزرگ مرحوم ميرزا گل حسن بيگ احسن ڪربلائي ڪيو هو. اهي ٻئي تاريخي دستاويز سنڌ جي تاريخ خصوصًا ٽالپور دؤر جا اهم دستاويز آهن، جن کي تاريخ جي طالب علمن لاءِ هتي محفوظ ڪيو ويو آهي تہ جيئن سنڌ جي تاريخ جا طالب علم، محقق ۽ تاريخدان ان مان مستفيض ٿي سگهن. ڪم جي اهميت کي مدنظر رکندي، راقم الحروف هي ڪم تمام خبرداريءَ سان ڪيو آهي. تنهن هوندي بہ جيڪڏهن ڪٿي ڪا ڀُل چُڪ رهجي وئي هجي تہ ان لاءِ اڳواٽ معافيءَ جو طلبگار آهيان.

آءٌ ٿورائتو آهيان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن محترمہ ڊاڪٽر فهميده حسين، سيڪريٽري تاج جويو، ڊائريڪٽر پبليڪيشن امين لغاريءَ ۽ خان محمد جروار جو جن ذاتي دلچسپي وٺي، هن ڪتاب جي اشاعت کي ممڪن بڻايو.

**صفدر حسين ميرزا**

# مقدمو

سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو آفتاب غروب ٿيندي ئي ٽالپورن جي حڪومت جو آفتاب طلوع ٿيو. فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپور ڪلهوڙن کي هالاڻيءَ جي فيصلہ ڪن جنگ ۾ شڪست ڏئي سنڌ ۾ ٽالپورن جي حڪومت جو پائو وڌو. سنڌ تي مير فتح علي خان، مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان چئني ڀائرن اهڙي تہ يڪجهتي ۾ حڪومت ڪئي جو مٿن "چؤياري" جو لقب مشهور ٿيو. انهن پهرين چئن حڪمرانن مان آخري حڪمران مير مراد علي خان ٽالپور جا ٻہ پٽ (مير نور محمد خان ٽالپور ۽ مير محمد نصير خان ٽالپور) سنڌ جا بادشاهہ ٿيا.

سرڪار فيض آثار مير محمد نصير خان ٽالپور المتخلص بہ 'جعفري' سنڌ جي اسلامي حڪومت جو آخري بادشاهہ پنهنجي چاچي مير فتح علي خان ٽالپور جي وفات واري سال 14 محرم الحرام 1217هہ/ 17 مئي 1802ع تي ڏينهن سومر حيدرآباد جي قلعي ۾ تولد ٿيو. مير نصير جي هوش سنڀالڻ کانپوءِ مير مراد علي خان جي حڪم سان شهزادي مير محمد نصير خان لاءِ ايراني اتاليق (مجتهد) مقرر ٿيا. مير صاحب جون سجعون هي آهن، جيڪي سنگِ يشب ۽ لاجورد تي اُڪريل آهن.

علي و حسين و حسن دستگير
خدا يار و ياور محمد نصير

سزد گر نهد بر ثريا سرير
کسي راکہ باشد محمد نصير

مير صاحب جون چؤڪنڊيون چورس مهرون هي آهن:

1. بنده آل علي مير محمد نصير 1235هہ/1819ع
2. امام علي و محمد نصير 1257هہ/1841ع

مير محمد نصير، مير مراد علي جي وفات کانپوءِ حڪومت ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ مير نور محمد خان سان شامل هو ۽ جڏهن مير نور محمد خان وفات ڪئي، تڏهن مير نصير خان 17 شوال 1255هہ/ 24 ڊسمبر 1839ع ۾ سنڌ جي سلطنت تي مسند نشين ٿيو. مير صاحب پنهنجي وقت جو عالم، فاضل، شاعر ۽ شاهاڻي شخصيت جو مالڪ هو نہ رڳو ايترو بلڪہ سياسي بصيرت کان پڻ بخوبي واقف هو.

ننڍي کنڊ جا ٽي همعصر بادشاهہ مير محمد نصير خان ٽالپور، واجد علي شاهہ 'اختر' ۽ بهادر شاهہ 'ظفر' اقتدار جي لحاظ کان بختاور نہ ٿي سگهيا. هي ٽيئي اهي بادشاهہ آهن، جن جي حياتي جا پويان سال جلاوطني ۽ قيد و مصيبت ۾ گذريا ۽ انهيءَ حالت ۾ گذاري ويا يعني مير نصير خان ۽ واجد علي شاهہ ڪلڪتي ۾ ۽ ظفر بادشاهہ رنگون ۾ وفات ڪئي. هي ٽيئي بادشاهہ همعصر هئڻ سان گڏوگڏ شاعر پڻ هئا.

مير محمد نصير خان ٽالپور 'جعفري' جي عهد ۾ ٽالپورن ۾ جتي ڪٿي خانداني جهڳڙا هئا،

خصوصاً مير صوبدار خان ۽ مير نصير خان جي نااتفاقيءَ ٽالپورن جي بنياد کي ڪمزور ڪري ڇڏيو. سنڌ ۾ هر هنڌ بيقراري هئي. افغانستان ۾ انقلاب آيو شاهه شجاع الملڪ کي قتل ڪيو ويو ۽ انگريزي سفير کي به ماريو ويو. انگريزن جون اکيون سنڌ ۾ ته اڳيئي هيون سو غنيمت سمجهي ميرن سان جنگ ڪرڻ جو اعلان ڪيائون. مير نصير خان ٽالپور سان گڏ مير شهداد خان، مير حسين علي خان، مير رستم ۽ مکيه بلوچ سترهن هزار فوج، يارنهن توبن سان گڏ هئا. مياڻي جي جنگ ۾ ٽالپور خاندان ۾ فقط شهداداڻي، چاڪراڻي ۽ خانائي موجود هئا، باقي سڀ هن نازڪ وقت ۾ غير حاضر هئا. شهداداڻين مان به مير صوبدار خان ۽ مير ميرمحمد خان جنگ تي نه ويا، انهن سمجهيو ته خيرپور واري مير علي مراد خان وانگي فرنگي هنن کي عزت ڏيندا پر ڳالهه ان جي ابتڙ ٿي، جڏهن مير گرفتار ٿيا تڏهن چارلس نيپئر مير صوبدار خان ۽ مير مير محمد خان کي به گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

بهرنوع جمعي جي ڏينهن 17 فيبروري 1843ع جي صبح جو 8 وڳي جنگ جو طبل وڳو ۽ جنگ شروع ٿي وئي. مياڻي جا بلوچ سپاهي جانبازي ۽ بهادريءَ سان وڙهڻ لڳا پر افسوس جو فرنگين جي مڪاريءَ سبب ٽالپور ڪٽيل جنگ به هارائي ويا. 18 فيبروري تي مير نصير خان ۽ ٻيا ٽالپور حڪمران چارلس نيپئر وٽ پيش پيا ۽ 19 فيبروري 1843 تي حيدرآباد جي قلعي تي انگريزن قبضو ڪري "يونين جئڪ" جو جهنڊو قلعي جي برج تي نصب ڪيو ۽ سڀني ٽالپور اميرن کي ڏهن نوڪرن سميت بمبئي موڪليو. حيدرآباد جا ٽالپور حڪمران سفر ڪندا نظربنديءَ واري عالم ۾ ڪلڪتي مقيم ٿيا. جتي مير نصير خان 6 ربيع الثاني 1261هه/14 اپريل 1845ع تي دل جي دوري پوڻ سبب اوچتو وفات ڪئي. وصيت مطابق مير صاحب جو لاش ڪربلا معليٰ موڪلڻو هو پر انگريزن جي منع ڪرڻ تي في الحال اتي ئي (دمدمه) ڪلڪتي ۾ بطور امانت دفن ڪيو ويو. مدي ختم ٿيڻ بعد مير صاحب جو لاش اتان ڪربلا معليٰ موڪلڻ لاءِ پهرين بمبئي موڪليو ويو. لاش سان 20 ملازم گڏ هئا، جهڙوڪ مجتهد علامه عظامي، مرزا احمد، ياقوت حبشي، حاجي مبارڪ، ڪي سرهندي پير ۽ ٻيا هئا، جي لاش سان بمبئي تائين آيا. لاش اجان بمبئي بندر تي هو ته مذڪوره ويهن فردن کي انگريزن اهڙي هنڌ وني وڃي گم ڪيو جو اڄ تائين انهن جو ڪو به پتو ناهي پيو. آخرڪار 1855ع ۾ مير نصير خان جو لاش ڪربلا معليٰ بدران حيدرآباد ۾ آڳي ميرن جي قبن واري هنڌ دفن ڪيو ويو.

## مير نصير جون تصنيفون

(1) ديوان جعفري (فارسي):

فارسي ٻوليءَ ۾ ديوان مير صاحب سن 1233هه/1818ع ۾ تصنيف ڪيو. جنهن ۾ (9) نو سؤ کان وڌيڪ غزل آهن. ويجهڙائيءَ ۾ "دانشگاهه سيستان و بلوچستان" (ايران) مان "ديوان جعفري" شايع ٿيو آهي. افسوس جو اهو اڻپورو آهي. فارسي ديوان ۾ مير صاحب جا غزل پڙهڻ سان اهو ثابت ٿو ٿئي ته پاڻ فارسي زبان جي بهترين شاعرن مان هئا.

(2) **ديوان قصائد جعفري (فارسي)**

فارسي ٻوليءَ ۾ حضرت محمد و آل محمد عليهم السلام جي شان ۾ چيل قصيدن جو ديوان مير صاحب 1230هه/ 1815ع ۾ تصنيف ڪيو. هي ديوان اڻڇپيل آهي ۽ راقم الحروف ان کي مرتب ڪري چڪو آهي.

(3) **ديوان جعفري (اردو):**

نظربندي واري دؤر ۾ مير صاحب هي ديوان 1261هه/ 1845ع ۾ تصنيف ڪيو جنهن ۾ غزل نعت، حمد، قصيده، مسدس، مثلث ۽ مربع اشعار موجود آهن. هن ديوان ۾ ڪٿي ڪٿي مير صاحب پنهنجي نظربنديءَ وارين مصيبتن ۽ تڪليفن جو ذڪر ڪيو آهي. هن ديوان کي سنڌ جي عظيم محقق، اديب، عالم ۽ شاعر ميرزا عباس علي بيگ 'عباس' مرتب ڪيو آهي.

(4) **مثنوي مرزا صاحبان (فارسي):**

مير صاحب هي مثنوي پنجاب جي مشهور عشقيه داستان "مرزا صاحبان" تي چئي آهي. هيءَ مثنوي مير صاحب 1235هه/1819ع ۾ تصنيف ڪئي، جنهن ۾ ڪل (1224) ٻارنهن سؤ چوويهه بيت آهن. اها مثنوي بحر متقارب مثمن محذوف يا مقصور(فعولن فعولن فعولن فعل يا فعول) ۾ چيل آهي. مثنوي جو ديباچو فارسيءَ ۾ آخوند محمد بچل باري لکيو آهي. هي مثنوي راقم الحروف تفصيلي مقدمي سان مرتب ڪري چڪو آهي. مثنوي جي شروعات ۾ حمد، نعت، حضرت محمد و آل محمد عليهم السلام جي شان ۾ منقبت ۽ ان کانپوءِ تفصيلي قصو بيان ڪيل آهي.

(5) **مثنوي مختار نامه (فارسي):**

فارسي ۾ هي مثنوي مير صاحب 1240هه/ 1824ع ۾ تصنيف ڪئي، جنهن ۾ ويهه هزار پنج سؤ بيت آهن. ۽ اها مثنوي به بحر متقارب مثمن محذوف يا مقصور (فعولن فعولن فعولن فعل يا فعول) ۾ چيل آهي. هن ۾ مير اهو ڄاڻايو آهي ته حضرت مختار ثقفي ڪيئن قاتلانِ شهداءِ ڪربلا کان بدلو ورتو. ان کانسواءِ سندس سڄي زندگيءَ جو احوال پڻ بيان ڪيل آهي.

(6) **مثنوي سفر نامه جعفري (فارسي):**

مير صاحب هي فارسي مثنوي 1260هه/ 1844ع ۾ تصنيف ڪئي، جنهن جو تفصيلي بيان اڳتي بيان ڪيو ويندو.

مٿين تصنيفن کانسواءِ مير صاحب جو هڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ مرثيو پنج غزل ۽ ٽي قصيدا پڻ مختلف قلمي بياضن ۾ ملن ٿا. مير صاحب جو سمورو ڪلام فصاحت و بلاغت سان لبريز آهي.

(7) **مڪاتيب جعفري (فارسي):**

هي مير نصير خان جي خطن جو مجموعو آهي، جيڪي مير صاحب نظربندي واري عالم (1260هه/1844ع کان 1261هه/1845ع تائين) ۾ پنهنجي ديرن (زالن) ڏي لکيا هئا. اهي خط ڏک ۽ غم پريا آهن، جن کي پڙهڻ سان دل چيرجو وڃي. اهي فارسي ٻوليءَ ۾ آهن. انهن خطن کي تاريخ وار هڪ هنڌ

جمع ڪرائي هزهائنيس مير محمد حسن علي خان ٽالپور جلد ڇپرائي ڇڏيو. ڪن محققن اها تصنيف ميرمحمد حسن علي خان ٽالپور ڏانهن منسوب ڪئي آهي،جيڪو سراسر غلط آهي.هي تصنيف مير نصيرخان جي آهي. مير حسن علي خان فقط هڪ هنڌ محفوظ ڪيو هو.

سنڌ جو آخري حڪمران مير محمد نصير خان ٽالپور نظربندي واري دور ۾ انگريز سرڪاري آڏو هڪ بيان قلمبند ڪرايو جيڪو تاريخي لحاظ کان وڏي اهميت جو حامل آهي. انهي ڪري اهو بيان هت پيش ڪجي ٿو.

”اسين سنڌ جا مير بلوچي آهيون، پر انهيءَ قبيلي سان نہ آهيون، جن کي ايران ۾ ڪيچ - بلوچي چوندا آهن. ڇو تہ اسان جو حسب نسب عربي آهي. اسين امير حمزه جو اولاد سڏايون ٿا، جيڪو هاشم جو پٽ هو ۽ هاشم عبدالمناف جو پٽ هو. توڙي کڻي کي ماڻهو چون ٿا تہ امير حمزه حضرت عليءَ جو پٽ هو.

جڏهن ابن يوسف دين اسلام ۽ فوجي قوت کي فروغ ڏيڻ لاءِ حجازي لشڪر جا سنڌ طرف قدم وڌايا ۽ ان طرف وڌندي ڪيچ ۽ مڪران فتح ڪيو ويو تہ اسان جا وڏا انهن مفتوح علائقن ۾ آباد ٿيا ۽ باقي لشڪر سنڌ طرف پيشقدمي جاري رکي. اتي (ڪيچ مڪران ۾) ڪين گهڻو اولاد ٿيو، جيڪي بلوچي سڏجڻ لڳا.

زماني گذرندي انهن مان ڪي بلوچ ديره اسماعيل خان ۽ ديره غازي خان طرف اچي آباد ٿيا ۽ ”چوٽي“ يا جبل جي چوٽي تي گهر اڏايائون. انهيءَ زماني ڏاري ميان شاهل محمد ڪلهوڙو جيڪو (حضرت) عباس بن هاشم جي اولاد مان هجڻ سبب عباسي سڏبو هو، تنهن سنڌ ۾ زمينداري ڪرت اختيار ڪئي.

سنڌ انهيءَ زماني ۾ دهليءَ جي چغتائي بادشاهن (مغلن) جي هٿ هيٺ هئي. سندس اولاد (ميان شاهل محمد جا پٽ پوٽا) آهستي آهستي انهيءَ ملڪ جا مالڪ بڻجي ويا، جنهن ۾ اڳي هو فقط آبادگار هئا، اهي (ڪلهوڙا) شيعہ هئا ۽ سيد ميران شاهہ جونپوريءَ جا معتقد هئا.

اسان جي پڙڏاڏي مير شهداد خان ڪبير پنهنجي چاچي مير صوبدار خان ڪبير سان ڪنهن ڳالهہ تي ڪاوڙجي اچي ڪلهوڙن جي ملازمت اختيار ڪئي ۽ سندن مريد پڻ ٿيو. جيئن تہ هو (مير شهداد خان ٽالپور شهدادپور جو باني) بلوچن جو سردار هو، تنهن ڪري وڏي تعداد ۾ بلوچي سندس پويان سنڌ ۾ آيا ۽ سندس چاچو (مير صوبدار خان ڪبير) پڻ ٿوري گهڻي ڏينهن باقي بچيل بلوچن سان گڏ اچي ساڻس شريڪ ٿيو. اهو زمانو هو جڏهن ملڪ ۾ بلوچ پهريون ڀيرو آباد ٿيا.

مير صوبدار خان ڪبير سوچيو تہ الله تعاليٰ جي صحيح اطاعت ۽ فرمانبرداري لاءِ ڇڙهو رهڻ بيحد ضروري آهي، تنهن ڪري هن شادي نہ ڪئي. هو پرهيزگاري ۽ سخاوت ۾ حد ڪمال تي پهتل هو. سندس وفات بعد سندس ڀائٽيو مير شهداد خان، جنهن جو تازو ذڪر ڪيل آهي، سندس جانشين ٿيو.

اجان نادر شاهہ (بادشاهہ) سنڌ تي نہ ڪاهيو هو تہ اتي جي حڪومت دهلي سرڪار جي هڪ امير جي هٿ هيٺ هئي، پر جڏهن هو (نادر شاهہ) قتل ٿي ويو تہ ميان نور محمد ڪلهوڙو صوبيدار ٿيو ۽

احمد شاهہ افغان بادشاھ کي خراج ڏياري موڪليائين.

هن نائب حڪمران (ميان نور محمد ڪلهوڙي) جي وفات بعد سندس پٽ ميان محمد مراد مسند تي ويٺو.

عين انهيءَ زماني ۾ مير شهداد خان ڪبير وفات ڪئي. ڪيس چار پٽ هئا، مير چامر نندو، مير چاڪر ۽ مير بهرام پهرئين گهر مان ۽ مير خيرو پوئين گهر مان ٿيس. پهريون پٽ مير نور محمد ڪلهوڙي جي پٽن سان گڏ، نادر شاهہ جو يرغمالي ٿيو ۽ مشهد ۾ وفات ڪيائين. مير شهداد خان ڪبير جي پٽن ۾ مير بهرام خان سيني کان وڏيڪ سمجهہ پريو ۽ سنئو هو ۽ پيءُ جي وفات بعد اهو ئي بلوچن جو سردار ٿيو.

(سنڌ جي) نائب حڪمران (ميان) محمد مراد (ڪلهوڙي) جي ظلمن ۽ زيادتين ڪيس ڪلهوڙن اميرن اڳيان قابل سزا بنايو ۽ انهن بهرام خان سان سندس معزولي لاءِ اتحاد قائم ڪيو. انهن ڪيس قيد ڪري سندس پاءُ عطر خان کي تخت تي ويهاريو. جڏهن سندن پسند کين ڏوڪو ڏنو تہ انهن ڪيس بہ تخت تان لاهي قيد ڪيو ۽ ڪلهوڙي (ميان نور محمد) جي ٽئين پٽ ميان غلام شاهہ کي تخت تاج جو مالڪ بنايو. هن سندن اميدون پوريون ڪيون جو سڄو ملڪ پنهنجي مڪمل تابعداريءَ هيٺ آنڊائين ۽ حيدرآباد جو قلعو ٺهرايائين. سندس وفات بعد سندس وڏو پٽ مير محمد سرفراز سندس جانشين ٿيو.

بلوچي قبيلي جي سردار مير بهرام خان کي بہ پٽ هئا: هڪ مير بجار خان ۽ ٻيو مير صوبدار خان (ثاني). پهرئين مير بجار خان جي غير حاضريءَ جيڪو ڪنهن خانداني تڪرار سبب حج تي ويل هو (ميان ) محمد سرفراز سندس پيءُ ۽ پاءُ کي مارائي ڇڏيو. ڇاڪاڻ جو بهرام خان هڪ نڊر مهم جو انسان ۽ (ميان) محمد سرفراز سندس اثر رسوخ ۽ غلبي کان خائف هو.

ڪلهوڙن اميرن کي جڏهن هن واقعي جي خبر ملي تہ هنن مير فتح خان سان شامل ٿي قاتل (ميان محمد سرفراز) کي قيد ڪيو ۽ (ميان) غلام شاهہ (ڪلهوڙي) جي ٻئي نمبر پٽ (ميان) محمد خان کي تخت تي ويهاريو پر هڪ ٻئي مقتدر ڪلهوڙي سردار راڄوليڪي ڪيس (ميان محمد خان ڪلهوڙي کي) تخت تان لاهي قيد ڪيو ۽ سندس جاءِ تي معزول محمد خان جي چوٿين پٽ (ميان) غلام نبي کي بادشاهہ بنايو.

نيڪ انهن گڙٻڙ وارين حالتن دوران مير بجار خان حج تان موٽيو. هو مسقط، گوادر، ڪيچ ۽ مڪران کان ٿيندو قلات ۾ نصير خان بروهي (واليءِ قلات) وٽ ويو ۽ ڪانئس پنهنجي پيءُ ۽ پاءُ جي ناحق قتل جي پلاند وٺڻ لاءِ فوجي مدد گهريائين. جنهن جڏهن انڪار ڪيو تہ هو سڌو سنڌ ۾ آيو ۽ سندس آمد تي ڪيترائي بلوچ، جن ۾ (ميان) غلام نبي غير مقبول هو، جو راڄو ليڪي ڪيس تخت تي ويهاريو هو سي ساڻس شامل ٿي ويا. آخر لڙائي لڳي، جنهن ۾ (ميان) غلام نبي مارجي ويو.

جيتوڻيڪ (ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي) فاتح مير بجار جي پيءُ ۽ پاءُ کي بيڏوهي مارايو هو تاهم سندس نظر ۾ ميان محمد سرفراز کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪلهوڙو حڪمراني جي لائق نہ هو. ويتر جو ننڍائپ ۾ هو (ميان محمد سرفراز ۽ مير بجار خان) گڏ کيڏيا هئا ۽ چئڙن جا يار هئا، تنهن ڪري اوائلي دوستيءَ جي يادين ۽ ملڪ سان محبت جي جذبي هيٺ مير بجار خان خاص اميرن کي موڪليو تہ ميان

محمد سرفراز کي قيدخاني مان ڪڍي شاهانہ تجمل سان هاٿيءَ تي چاڙهي وٺي اچو تہ جيئن تخت و تاج سندس حوالي ڪيو وڃي.

پر ڪشاده دلي جي اهڙن ارادن جي عملي صورت اختيار ڪرڻ جو وقت نڪري چڪو هو چو تہ (ميان) غلام نبي جي ڀاءُ (ميان) عبدالنبي ڪلهوڙي (ميان نور محمد خان جي پنجين نمبر پٽ) مير بجار خان جي ارادن کان واقف ٿيندي ئي سيني شاهي قيدين کي ميان محمد مراد، ميان عطر خان ۽ ميان محمد سرفراز ۽ سندس پٽ ميان نور محمد سميت قيد خاني ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو. اهڙي ڪنور ويڌن بعد، مير بجار خان، بادل ناخواستہ، پڳل دل سان عبدالنبي کي نالي ماتر تخت و تاج حوالي ڪيو پر حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون.

انهن واقعن کان ستت پوءِ، عبدالنبي، جيڪو پنهنجي عزيزن جي خون سان اڳ ئي وهنتل هو، تنهن پنهنجي ڪنورتا ۾ هڪ وڌيڪ مظلوم جي اضافي ڪرڻ جو پهہ ڪيو. هن ڳجهہ ڳوهہ ۾ هڪ ذاتي قاصد جوڌپور جي راجا ڏانهن روانو ڪيو جنهن اتي وڃي راجا سان معاهدو ڪيو تہ جيڪڏهن هو مير بجار خان کي پورو ڪرڻ ۾ عملي طور مدد ڪندو تہ عمرڪوٽ جو قلعو سندس حوالي ڪيو ويندو.

اهي شرط شروط راجا قبول ڪيا ۽ ٻارهن راجپوتن کي هن خوني ڪارروائيءَ لاءِ روانو ڪيائين. مير بجار خان جي درٻار ۾ پهچي هنن سفير جو روپ اختيار ڪيو ۽ درٻان ذريعي اطلاع ڪيو تہ هو پنهنجي آقا (جوڌپور جي راجا) وٽان ڪي خوشخبريون کڻي آيا آهن، جيڪي هو چاهين ٿا تہ ڪيس ذاتي طور ۽ پنهنجي منهن ٻڌائين.

مير بجار خان کي جيتوڻيڪ جيسلمير جي والي ۽ ٻين راجپوتن جي خوني ارادي کان اڳ ئي آگاهہ ڪيو ويو هو تاهم هن سوچيو تہ جيڪڏهن کين اندر اچڻ نہ ڏيندس تہ منهنجي سورهيائيءَ جي ساک تي حرف اچي ويندو. تنهن ڪري هن کين (ٻارهن راجپوتن کي) پاڻ وٽ اندر گهرايو. اهڙي اُبهرائي سزا کان بچي نہ سگهي، چو تہ دائمي دوستيءَ جي پيغامن ڏيندي قاتلن کيس ماري وڌو.

عبدالنبي، هن خون بعد مير بجار خان جي پٽ مير عبدالله ۽ مير صوبدار جي پٽ مير فتح خان وٽ ويو ۽ مٿن هن معاملي ۾ پنهنجي معصوميت جو اهڙو تہ اثر وهارڻ ۾ ڪامياب ٿيو جو هو شاهي محل ۾ سندس مهمان ٿي هلڻ لاءِ تيار ٿي ويا. هن دغاباز جو ارادو تہ وجهہ ملندي ئي پهرين فرصت ۾ کين (مير مرزي فقير سميت) قتل ڪرڻ جو هو. مير چاڪر خان جي پٽن مير فتح علي خان ۽ مير سهراب خان، بدمعاش جي چال کي تاڙي ورتو ۽ ٻين کي پڻ ايندڙ خطري کان خبردار ڪيائون، پر سندن مهلائتي خيرخواهي جو چتاءُ جڏهن برو لڳو تہ مير فتح علي خان ۽ مير سهراب تتيءَ منجهند جو گهوڙن تي چڙهي هليا ويا ۽ مير عبدالله، مير فتح ۽ مير مرزي کي سندن قسمت تي ڇڏي ڏنائون. ٿوري عرصي ۾ سندن اڳڪٿي سچي ثابت ٿي، جو ٽئي قتل ڪيا ويا. انهيءَ خبر ملڻ تي، مير فتح علي خان ۽ (مير) سهراب خان لشڪر ڪٺو ڪيو ۽ ڪيترين سخت ويڙهين بعد آخرڪار راڪاس عبدالنبي کي ملڪ مان ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

اهڙيءَ ريت سنڌ جي ڪلهوڙن حڪمرانن جي خاندان جو خاتمو ٿيو. ان کان پوءِ مير فتح علي

خان ۽ سهراب خان بادشاهي اقتدار حاصل ڪيو ۽ دهلي (اصل ۾ ڪابل جي) جي بادشاهہ تيمور کي نذرانہ ۽ خراج روانو ڪيائون، جنهن موٽ ۾ پهرين (مير فتح علي خان ) کي بادشاهي خطاب ڏنو. هن ارڙهن سال حڪومت هلائي ۽ مرڻ وقت فقط نَوَن ڏينهن جو ٻاجاول پٽ مير صوبدار خان پويان ڇڏيو.

مير فتح علي خان کي ٽي ڀائر هئا، مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان، جيڪي پنهنجي حڪمران ڀاءُ جي حياتيءَ ۾ سندس خاص معتمد ۽ صلاحڪار هئا.

سندس (مير فتح علي خان جي) وفات بعد (1810ع) ڀاڻس مير غلام علي خان تخت نشين ٿيو. (ان بعد ائين ٿيو جو) محمد صادق دائودپوٽي مير سهراب خان سان غلط روش اختيار ڪئي. مير سهراب خان مير غلام علي خان کي داد رسيءَ لاءِ دانهن ڏني، جنهن سندس طرفداري ڪندي اڳرائي ڪندڙ کي ديراور جي قلعي ۾ پناهہ وٺڻ تي مجبور ڪيو. پوءِ سندس پيش پوڻ تي فاتح (مير غلام علي خان) ورائي کيس پنهنجي ملڪ (بهاولپور) جو بادشاهہ ڪيو ۽ مٿس پندرهن هزار روپيا ساليانہ خراج مقرر ڪئي ۽ سبزل ڪوٽ جو قلعو پنهنجي هٿ هيٺ رکيائين. دائود پوٽي (محمد صادق) کان قرآن شريف تي معاهدا لکرائي وٺڻ بعد سندس پٽ بهاول خان کي يرغمال بنائي پاڻ سان وٺي ويو. جنهن کي هن واقعي کان هڪ سال بعد مناسب سوکڙين پاکڙين سان سندس پيءُ ڏانهن موٽائي موڪليائين.

هن (مير غلام علي خان) ڏهہ سال حڪومت ڪئي ۽ وفات وقت (1811ع) اڙرهن سالن جو هڪ پٽ مير محمد خان پويان ڇڏيائين.

مير مُراد علي خان ڀاءُ جي وفات بعد تخت تي وينو جنتوڻيڪ مير ڪرم علي خان مير مراد علي کان عمر ۾ وڏو هو تاهم هن حڪومت پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي حوالي ڪئي، جيڪو سندس لاءِ دل ۾ بيحد عزت ۽ محبت رکندو هو. مير ڪرم علي خان پوءِ بہ اٺتيهہ سال جيئرو رهيو ۽ مرڻ وقت پنهنجي ڀاءُ (مير مراد علي خان) کي تخت ۽ تاج جو اڪيلو وارث ڇڏي ويو ۽ اهو منهنجو والد صاحب هو. جنهن خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو ۽ ڪڏهن بہ ڪنهن (ٻاهرئين حاڪم) کي خراج ادا نہ ڪيائين. هن سبزل (ڪوٽ) ۽ شڪارپور سميت سموري سنڌ پنهنجي حڪومت هيٺ آندي. هو سدائين پنهنجي ڀاءُ مير ڪرم علي خان جي غم ۾ رهندو هو ۽ دل وٽ جيڪو سور هن کي هميشہ رهندو هو سو انهيءَ غم جي سبب کان سمجهيو ويندو هو. وڏيڪ ست سال خوشحاليءَ جو دور هلائي پنهنجي پٽ يعني مون ۽ منهنجي ڀاءُ مير نور محمد خان کي سنڌ جي بادشاهي ۾ ڀائيوار ڪري ويو.

اسان جي تخت نشينيءَ کان جلدي پوءِ ڪرنل هينري پاٽنجر Col: Henry Pottinger اهو معاهدو جيڪو اسان جي محترم مرحوم والد صاحب (مير) مراد علي خان ۽ لارڊ وليم بينٽنڪ (William Bentinck) گورنر جنرل جي وچ ۾ ٿيو هو. سو اسان جي تصديق لاءِ پيش ڪيو. ڇاڪاڻ تہ فوتي جي پٽ جي حيثيت ۾ اسان مذڪور معاهدي جي شرطن ۾ شامل ڪيا ويا هئاسين. هتي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ مذڪور معاهدي هيٺ اسان جي والد صاحب تجارتي مقصدن لاءِ ڪمپني (برٽش ايسٽ انڊيا ڪمپني) جي حڪومت جي حدن اندر رهندڙ انگريز واپارين ۽ سوداگرن کي سنڌونديءَ مان بغير محصول گذرڻ جو پروانو جاري ڪيو هو ۽ سيني کي انهيءَ حقيقت جي ڄاڻ آهي تہ خاص منهنجي زور ڀرڻ تي

منهنجي والد صاحب اهو پروانو جاري ڪيو هو. گورنر جنرل جي طرفان ڪرنل هينري پاٽنجر جي حيدرآباد اچڻ ۾ منهنجي والد صاحب کان انهيءَ تجويز جي منظوري حاصل ڪرڻ تي والد صاحب بلڪل تيار نہ هو ۽ منهنجي مداخلت کانسواءِ هو اهڙي منظوري مورڳوئي نہ ڏئي ها. سمجهڻ گهرجي تہ اهو اڪيلو مثال نہ هو. جنهن ۾ مون انگريز سرڪاري جي پاران پنهنجي والد صاحب تي پنهنجو اثر استعمال ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ معاهدي جي بحال ٿيڻ کان اڳ جڏهن سر اليگزينڊر برنس (Sir Alexander Burnes) لاهور ويندي، ڪراچيءَ مان منهنجي والد کي بار بار سنڌ جي درياهہ (سنڌو ندي) مان بغير محصول، گذرڻ جي اجازت لاءِ خطن ذريعي عرض پئي ڪيو تہ اها فقط منهنجي ئي ڪوشش ۾ دلچسپي هئي، جنهن سندس مرادون پوريون ڪرايون. افسوس، جو جنهن وقت مان انگريز سرڪار جي مفاد خاطر پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪرڻ ۾ دلچسپي وٺڻ ۾ اهڙو پيش پيش هئس، تنهن وقت مون اهو ڪو نہ سوچيو تہ اها سرڪار مون کي اهڙيءَ ريت انعام ڏيندي، جهڙيءَ ريت ان هينئر تائين ڪيو آهي، پر خير موٽي مقصد طرف اچجي.

ڪرنل هينري پاٽنجر مٿي ڄاڻايل معاهدو اسان جي تصديق ڪرڻ لاءِ موڪلڻ کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ اسان جي والد صاحب جي تعزيت (عذرخواهي ڪرڻ) لاءِ آيو. ان بعد هو ڪڇ روانو ٿي ويو ۽ (اتان) اسان ڏنهن لارڊ آڪلنڊ (Lord Auckland) جي مهر سان هڪ خط موڪليائين.

خط ۾ لکيل هو تہ گورنر جنرل جيئن تہ اسان کي دوست سمجهي ٿو ۽ ڄاڻي ٿو تہ اسان انگريز سرڪاري تي مهربان آهيون، تنهنڪري لارڊ صاحب ڪڏهن بہ ۽ ڪنهن بہ بنياد يا بهاني تي، چاهي اهو ڪهڙو بہ هجي، اسان جي ملڪ يا حڪومت ۾ بري نظر نہ وجهندو. انهيءَ خط ملڻ تي اسان کي يقيناً بيحد خوشي حاصل ٿي. اسان جي ذهن ۾ پنهنجي ملڪ جي آئنده سلامتي جي باري ۾ ذرو بہ شڪ شبهو باقي نہ رهيو هو ۽ ان وقت نٿي ڄاتوسين تہ قضا جي قلم اسان جي قسمت جي پيشانيءَ تي ڇا لکي ڇڏيو آهي!

ان بعد اسان پاڻ ۾ گڏجي صلاح ڪئي تہ پنهنجي دربار ۾ هڪ انگريز وڪيل (سفير) کي رهائڻ لاءِ دعوت ڏجي. ان مطابق اسان ڪرنل هينري پاٽنجر کي انهيءَ بابت هڪ خط لکيو. هن جواب ۾ لکيو تہ جيتوڻيڪ سندس نظر ۾ سفير کي اسان جي دربار ۾ رهائڻ جي ڪا بہ ضرورت نہ هئي، تاهم جيئن تہ اسان اهڙي استدعا ڪئي هئي، تنهن ڪري هو اسان جي مرضيءَ کان لارڊ صاحب کي آگاهہ ڪندو ۽ اسان جي معلومات لاءِ سندس جواب اسان کي ڏياري موڪليندو. اچا ٿورا ڏينهن مس گذريا تہ ڪرنل وري ملاقات ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو. سندس انهيءَ عرض تي اسان کي بيحد خوشي ٿي ۽ اسان هڪدم پنهنجا ڪجهہ امير روانا ڪيا تہ کيس پنهنجي حفاظت ۾ حيدرآباد وٺي اچن، جتي اسان جي ملاقات ٿي. انهيءَ ملاقات ۾ ڪرنل انهيءَ ضرورت تي زور ڏنو تہ اسان جي علائقن مان انگريز فوجن کي خشڪي ۽ آبي رستن مان گذرڻ ڏنو وڃي. جيئن هو ڪابل طرف پيشقدمي ڪري سگهن. جڏهن انگريز سرڪار جي هي استدعا عام ٿي تہ سڀ امير ۽ بلوچي هڪ آواز ٿي ان جي مخالفت ڪرڻ لڳا. سندن چوڻ هو تہ اهڙين ڇوٽين موٽين استدعائن کي پورو ڪندي، اسان ڪٿي پاڻ کي ڪنهن اهڙي مصيبت ۾ نہ وجهي ڇڏيون جو پوءِ پاڻ کي ڇڏائڻ مشڪل ٿي پوي. پر اسان پاڻ جيئن تہ ڀالي ڀوليءَ مت وارا هئاسين ۽ ٻين جي باري ۾ بہ اهڙو

گمان ٿي ڪيوسين, تنهن ڪري مون ۽ منهنجي ڀاءُ بي ڏڙڪ ڪرنل هينري پاٽنجر جو عرض قبول ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو ۽ پنهنجي اڻٿڪ ڪوشش ۽ سمجهاڻ پرجهاڻ جي ذريعي اهڙي تجويز قبول ڪرڻ تي بلوچن کي راضي ڪيوسين.

اهڙي طرح گهربل اجازت ڏني وئي. پر اسان ڪرنل پاٽنجر کي ان مشڪلات کان آگاهه ڪري ڇڏيو جن کي منهن ڏئي اسان سندس خواهش کي پورو ڪيو هو. ان بعد ڪرنل پاٽنجر حيدرآباد مان روانو ٿي ويو ۽ درياهه جي وٽ سان ڪئمپ هٽي وينو جتان بمبئي بندر کان انگريز لشڪر کي سنڌ مان لنگهي ڪابل تي چڙهائي ڪرڻ جو حڪم ڏنائين.

اسان جي ڏنل منظوري تي اسان کي جيڏانهن ڪيڏانهن ميارن کي منهن ڏيڻو پيو. اها منظوري اسان جي ديس وارن جي مرضي جي سخت خلاف هئي, پر اسان انهيءَ اميد تي ائين ڪيو ته ڪنهن دشمن طرفان اسان جي ملڪ تي حملي ڪرڻ جي صورت ۾ اسان کي انگريزن جي مدد حاصل رهندي.

پر اسان جيڪو خيال ڪيو هو. تجربي اسان کي ان جي ابتڙ ڪري ڏيکاريو. جڏهن انگريزي لشڪر ٻاڙي گهوڙا پهتو ته اسان کي چيو ويو ته لشڪر لاءِ سيڌو سامان ۽ اُٺ پهچايا وڃن ۽ آگبوٽن لاءِ ٻارڻ مهيا ڪيو وڃي. مون ڪهڙي طرح ان تقاضا جي تعميل ڪئي ان تفصيل ۾ وڃڻ جي مون کي ضرورت نه آهي, جنهن نموني مون اهڙين مشڪل گهڙين ۾ انگريزن جي خدمت ڪئي, هندستان ۾ اڄ ڏينهن تائين ٻئي ڪنهن به حڪمران نه ڪئي آهي.

جڏهن انگريزي لشڪر حيدرآباد کان چوڏهن ڪوهه پري جهرڪن وٽ اچي پڙاءُ ڪيو ته تمام موجوده معاهدن جي برخلاف اسان کان لشڪر جي خرچ پکي لاءِ ايڪويهه لک روپيا جنس جي صورت ۾ وڌيڪ ٽي لک روپيا ساليانه ادا ڪرڻ جي گهر ڪئي وئي. اسان انهي تقاضا کي به پورو ڪيو. هندستاني حڪمرانن سان ڪيل معاهدن ۾ انگريز سرڪار جو هيءَ دستور رهيو آهي ته هو هڪ فقرو شامل ڪندا آهن ته "پشت بپشت" يا "پيڙهي بپيڙهي", پر حقيقت اها آهي ته هو معاهده جي مدت پنهنجي آساني مطابق مقرر ڪندا آهن, جنهن جو تلخ تجربو مون کي ٿي چڪو آهي.

اُن بعد هڪ نئون معاهدو دستخط ڪرڻ لاءِ مون کي موڪليو ويو. جنهن ۾ چوويهه فقرا هئا ۽ مون اهي به منظور ڪيا, پر منهنجي دستخط جي مس به اجا نه سُڪي هئي جو ميجر جنرل سر چارلس نيپئر پنهنجي فوج سان سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ هڪ ٻيو معاهدو منهنجي دستخط ڪرڻ لاءِ مون ڏانهن روانو ڪيائين.

جيئن ته ان معاهدي جي سخت ذلت آميز شرطن تي عمل درآمد ڪرڻ سان اسانجي زواليت جو مڪمل سامان مهيا ٿئي ها, تنهن ڪري اسان هڪ وڪيل سکر روانو ڪيو ته ميجر جنرل سان ملي معاملي جي صحيح صورتحال پيش ڪري, پر هن وڪيل کي صاف چئي ڏنو ته هو هتي ڳالهين ڪرڻ لاءِ نه آيو هو ۽ کيس ٻڌايائين ته هو فقط لارڊ ايلن (برو) (Lord Ellenbrough) جي حڪمن جي تعميل ڪري رهيو هو ۽ جيڪڏهن اسان هڪدم معاهدي کي منظور نه ڪيو ته هو بنا دير اسان جي بربادي جي ٻاهه ٻاري ڇڏيندو. ان بعد هن درياهه پار ڪري وڃي لهوڙي (روهڙي) وٽ ڪئمپ قائم ڪئي ۽ خيرپور جي رئيس

مير رستم خان کي چيائين تہ هو هڪدم اهو هنڌ سندس حوالي ڪري، نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ هو ٻئي ڏينهن صبح جو اُتي حملو ڪندو ۽ جيڪڏهن سپاهي امير (مير رستم) جي ذاتي گهر ۾ گهڙي پون تہ هو ان لاءِ جوابدار نہ ٿيندو. هو غريب بيوس ۽ معذور اهو نہ سوچي سگهيو تہ ان جو نتيجو ڇا نڪرندو ۽ ڏڙڪي جي خوف وچان خيرپور مان ڀڄي نڪتو ۽ باجيءَ مان ٿيندو ناري پهتو ۽ اتان ڪوٽڙي ويو. هن تي صرف هن ڏوهہ جو الزام لڳايو ويو تہ انگريزي فوج جي ڪنهن آفيسر جو خط ٽپال مان چورايو ويو هو ۽ شڪ هو تہ خيرپور جي ڪنهن بدمعاش اهو خط چورايو هو. (اڳتي هلي اهو ثابت ٿيو تہ مير علي مراد اهو ڪم ڪيو هو تہ جيئن مير رستم برباد ٿئي). ان تي سر چارلس مير رستم کي چيو تہ چور کي پڪڙي سندس حوالي ڪري، پر مير رستم جيئن تہ غيب جو علم نہ ڄاڻندو هو تنهن ڪري نامعلوم ڏوهيءَ کي هٿ ڪري نہ سگهيو، جنهن تي ميجر جنرل ڪيس نااهل حڪمران قرار ڏنو ۽ حڪومت تان بيدخل ڪري ڇڏيو.

مير رستم خان جون ميڙيون منٿون ڪارگر نہ ٿيون. ميجر جنرل ڪيس ٻڌڻ لاءِ بہ تيار نہ هو. هڪ واحد آٿت طور ڪيس حيدرآباد وڃڻ لاءِ چيائين، جتي هو پاڻ اچي سندس معاملي جو فيصلو ڪري ها.

جيئن تہ اسان ڏنو تہ جنرل دشمني تي سندرو ٻڌيو بيٺو آهي، تنهن ڪري اسان ميجر آئوٽرام (Major Outram) کي صورتحال کان آگاهہ ڪيو. ميجر هڪدم خيرپور کان حيدرآباد هليو آيو ۽ اسان کي خط ذريعي اطلاع ڏنائين تہ سرچارلس نيپئر جي موڪليل معاهدي تي دستخط ڪرڻ کان سواءِ اسان کي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو. اسان ميجر جي صلاح تي عمل ڪيو. تاريخ 9 فيبروري 1843ع تي هو اسان سان ملاقات ڪرڻ آيو ۽ اسان جي طرفان تفصيلات جي وضاحت تي مطمئن ٿيڻ بعد چيائين تہ انهيءَ رات هو اسان ڏانهن هڪ گورو (يورپي) موڪليندو، جنهن کي اسان هڪدم تيز رفتار اُٺ ذريعي چارلس نيپيئر ڏانهن (پيغام ڏئي) موڪليون تہ جيئن وڏندڙ لشڪر جي يورش کي روڪي سگهجي. اسان کي جيئن چيو ويو تيئن اسان ڪيو، پر جن شتر سوارن کي يورپيءَ سان روانو ڪيو هئوسين، سي 11 فيبروري تي موٽي آيا ۽ اچي ٻڌايائون تہ سر چارلس نيپئر ايندي ئي تنبو پٽرايا ۽ حيدرآباد طرف پيشقدمي شروع ڪيائين. اسان اها خبر ميجر آئوٽرام کي موڪلي، جيڪو هڪدم اسان وٽ قلعي ۾ آيو ۽ هن قسم کڻي اسان کي خاطري ڏياري تہ سر چارلس جا اسان ڏانهن ڪي بہ دشمنيءَ وارا ارادا نہ هئا. بس اسان فقط ان معاهدي تي مهر ثبت ڪريون ۽ مون ان تي مهر هڻي جڏهن سندس حوالي ڪيو تہ چيائين تہ هاڻي اوهان دلجاءِ ڪريو، مان هڪدم اهو معاهدو پنهنجي خط سان شامل ڪري سرچارلس ڏانهن روانو ڪريان ٿو ۽ مون کي يقين آهي تہ معاهدي ملڻ بعد هو هڪدم فوج کي هٽائي ويندو. ان بعد ميجر مون کي خط ڏنو جيڪو مون معاهدي سان گڏ هڪدم هڪ شتر سوار جي ذريعي سر چارلس ڏانهن موڪلي ڏنو. 14 تاريخ شتر سوار موٽي اچي ٻڌايو تہ انهيءَ خط جو بہ ڪو اثر ڪو نہ ٿيو. مون وقت وڃائڻ کانسواءِ اها خبر آئوٽرام کي پهچرائي، پر هن وڏيڪ ڪو بہ توجهہ نہ ڏنو. ان تي سمورا بلوچ بغاوت تي آماده ٿي ويا. منهنجي خاطر هُنن ڀهريائين انگريزي فوج کي ڪابل تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ ملڪ مان رستو ڏيڻ جي اجازت ڏني، منهنجي خاطر هنن ايڪويهہ لک روپين جي بروقت امداد ۽ ٽي لک روپيا ساليانہ ڏيڻ قبول ڪيا ۽ آخر ۾ جڏهن انگريزن هڪ معاهدي مٿان ٻيو ٽيون معاهدو ٽوڙيندا رهيا تہ اهو منهنجي خاطر ئي هو جو هنن پرجوش

هوندي بہ پر امن رهڻ قبول ڪيو پر جڏهن هنن ڏٺو تہ باوجود اسان جي رعايتن ۽ لحاظن جي انگريز دشمني تي چڙهي بيٺا آهن تہ سندن احساس ذلت جهلڻ جو نہ رهيو ۽ فيصلي جي قوت تي غالب پئجي ويو سو هو هاڻي وڌيڪ وقت لاءِ منهنجي حڪمن کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هئا.

جڏهن هُنن ٻڌو تہ سر چارلس نيپئر بنان سبب حيات خان کي قيد ڪيو آهي تہ هنن ميجر آئوٽرام کان ان جو بدلو وٺڻ جو فيصلو ڪيو. جنهن گهڙيءَ مون کي اها خبر پئي، مون جهان خان ۽ حاجي غلام محمد کي حڪم ڪيو تہ ٻارهن چونڊ هٿياربند ماڻهو ساڻ ڪري ميجر آئوٽرام کي سلامتي سان سندس جاءِ تي پهچائي اچن ۽ مڃريل بلوچين جي ڪنهن بہ حملي کان سندس جان جي حفاظت ڪن. اهڙي طرح هن کي سلامتيءَ سان پنهنجي جاءِ تي پهچايو ويو. جيتوڻيڪ جتي ڪٿي بلوچن جا ميڙ ڏٺا ويا، جيڪي پلاند ڪرڻ جي پوري ارادي سان ڦري رهيا هئا، پر جن ماڻهن کي مون ميجر جي حفاظت لاءِ چونڊيو هو سي اهڙا هئا، جن کان هو ڊپ ڪندا هئا. آخرڪار جڏهن بلوچن ريزيڊنسي تي حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ مون ميجر کي بروقت اطلاع ڏنو ۽ مون کي يقين آهي تہ هن چڱي مڙس جي سلامتي سان نڪري وڃڻ جو پورو دارومدار منهنجي اهڙي ريت ورتل حفاظتي اپائن تي هو. فقط اهو هڪڙو مثال ئي انگريزن ڏانهن منهنجي نيڪ خواهشات ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

جڏهن 14 تاريخ شتر سوار اچي اطلاع ڪيو تہ ميجر جنرل ڪنهن ڳالهہ جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ حيدرآباد ڏانهن پوريءَ ريت پيشقدمي ڪري رهيو آهي ۽ دشمنيءَ جو ارادو رکي ٿو تہ اٽڪل پنج يا ڇهہ هزار بلوچ مقابلي ڪرڻ لاءِ حيدرآباد کان روانا ٿيا.

اها خبر ٻڌندي ئي سندن پويان ويس ۽ کين سمجهايم تہ هنن هرويرو ڪٽي پاڻ کي دشمني ۾ وڌو آهي، ڇو جو مون کي يقين ڏياريو ويو آهي تہ ميجر جنرل پنهنجي حليف تي پهريائين وار نہ ڪندو. مان پاڻ بہ لڙائي جي ارادي سان ڪو نہ ويو هوس. جيڪڏهن منهنجو اهڙو ڪو ارادو هجي ها تہ مان اٽندي ئي ظاهر ڪريان ها، بجاءِ انهيءَ جي جو ائين ڪرڻ لاءِ آخري گهڙي تائين انتظار ڪندو رهان.

اها صورتحال بذات خود منهنجي معصوميت ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، جو مون بہ ڏينهن ۽ هڪ رات جي منٿ ميڙ کان پوءِ بلوچن کي انهيءَ ڳالهہ تي راضي ڪيو تہ دشمني جي تمام علامتن کان باز رهجي. هنن چيو تہ هنن کي منهنجي هر ڳالهہ منظور آهي، پر جيستائين انگريزي لشڪر جي پيشقدمي جاري آهي، تيستائين ميدان نہ ڇڏيندا.

آخرڪار هنن منهنجي اها ڳالهہ بہ منظور ڪئي تہ جنرل ڏانهن وڪيل موڪلي ڪيس هيءُ ٻڌايو وڃي تہ اسان اڃان بہ انگريزن جا دوست آهيون.

ٽئين ڏينهن پرهہ ڦٽي ويل جنرل جي لشڪر اسان تي توبون ڇوڙيون ۽ بلوچن بہ مايوسيءَ جي عالم ۾ جوابي ڪارروائي ڪئي. اسان جي طرفان کان هزارين ماڻهو مارجي ويا ۽ باقي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. فقط آءٌ اڪيلو ارڙهن ماڻهن سان ميدان ۾ رهجي ويس، پر جڏهن مون ڏٺو تہ سڀئي ڀڄي ويا ۽ انگريز ظلم تي سندرو ٻڌيو بيٺا آهن تہ مان حيدرآباد موٽي ويس.

حالات جيڪو رخ اختيار ڪيو هو، تنهن مون کي بيحد رنجايو. منهنجا پنهنجا مون کي مهٽا ڏئي

رهيا هئا. هو چئي رهيا هئا تہ جيڪڏهن شروع ۾ ئي آءٌ انگريزن کي ملڪ ۾ گهڙڻ نہ ڏيان ها تہ هو اڄ هن طرح ظلم جو شڪار نہ ٿين ها.

جيڪڏهن منهنجي وڙهڻ جي مرضي هجي ها تہ ظاهر آهي تہ مان حيدرآباد ڇڏي وڃان ها، ۽ وڃي جبلن ۾ پناهگاهہ ناهيان ها، جتان آءٌ مخالفانہ ڪارروايون شروع ڪري ڏيان ها، پر جيئن تہ منهنجو اهڙو ڪو ئي ارادو نہ هو، تنهن ڪري بئي ڏينهن آءٌ رضاڪارانہ طور تي انگريزن جي ڪئمپ ۾ ويس ۽ پنهنجي تلوار ميجر جنرل جي حوالي ڪندي چيم تہ: "اوهان لڙائي چو شروع ڪئي جڏهن تہ آءٌ اوهان جي هر مرضي پوري ڪرڻ لاءِ تيار هوس." جنرل منهنجي تلوار مون کي واپس ڪندي ۽ مسڪرائيندي چيو "گهٻرايو نہ. آءٌ پنجويهن ڏينهن اندر اوهان جو معاملو طي ڪندس." ۽ مزيد چيائين تہ "اوهان جو جيڪو لشڪر آسپاس موجود آهي، انهي کي برخواست ڪري ڇڏيو ۽ مير رستم خان کي گهرايو جو آءٌ ساڻس ملڻ چاهيان ٿو."

جڏهن مون لشڪر کي برخواست ڪري ڇڏيو ۽ مير رستم خان اچي ويو تہ هن کي، مون کي ۽ مير شهداد خان، جيڪو مون سان گڏ هو، اسان سڀني کي قيد ڪيو ويو. ان بعد سر چارلس، ميجر ريڊ (Major reed) ۽ ٻين انگريز صاحبن کي قلعي ڏسڻ جي بهاني سان اندر قلعي ۾ موڪلي ڏنو.

عقل وارو هي ڳالهہ ٻڌندو تہ واڳڙو ٿي ويندو ۽ غم جي ڏندن سان پشيمانيءَ جي آڱر ۾ چڪ وجهندو، اسان جي اسيريءَ وقت اهڙي ئي صورتحال هئي. ڏسڻ جي بهاني هنن قلعي تي قبضو ڪيو ۽ تباهي ۽ ڦرلٽ کي انهيءَ حد تائين پهچائي ڇڏيو جو سپاهين جي بغلن مان هيرا ۽ جواهر ائين ڪري رهيا هئا، جيئن واريءَ جا ڪڻا!

انگريزن جي قلعي ۾ داخل ٿيڻ جي ٽئين ڏينهن مير، ميرمحمد خان قيد ڪيو ويو ۽ انهيءَ جي ٻئي ڏينهن مير صوبدار خان کي قلعي مان (گرفتار ڪري) ٻاهر آندو ويو ۽ ساڳي طرح قيد ڪيو ويو. انهيءَ کانپوءِ مير فتح علي خان ۽ مير محمد علي خان (مير صوبدار خان جا پٽ) ۽ مير حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان (منهنجا پنهنجا پٽ) بہ قلعي کان ٻاهر ڪيڍي آندا ويا، جتي آءٌ هوس. خاص طور تي منهنجي پٽن کي تہ اهڙي ڏتڙيل حالت ۾ آندو ويو جو انهن کي نہ پٽا ٻڌل هئا، نہ تلوارون لٽڪي رهيون هيون ۽ سونن سنجن سان گهوڙا جن تي هو چڙهي آيا هئا سي بہ کسيا ويا ۽ جيتوڻيڪ نوجوانن اهي واپس وٺڻ لاءِ گهڻي ڳڻتي ڏيکاري، تڏهن بہ اهي واپس نہ ڪيا ويا. سمورو سون ۽ قيمتي سامان پيٽين ۾ بند ڪري بمبئي موڪليا ويا. هي ڌاڙو قريباً ارڙهن ڪروڙ روپين جي ماليت جو هو.

مصيبتن جي انتها جا تفصيل بيان ڪرڻ بيڪار آهن. اسان جا گلم غاليچا چادرون ۽ پائڻ جا ڪپڙا سڀ ڪٽي ويا. انگريز صاحبلوڪن اسان کي انهن ڪتابن کان بہ محروم ڪري ڇڏيو جيڪي اسان وندر لاءِ پاڻ وٽ رکيا هئا، جيڪي اسان جي مقدر ۾ لکيل هو سوئي ٿيو آهي. آءٌ لارڊ ايلنبرو جي شڪايت نٿو ڪريان، نہ وري چارلس نيپئر يا ٻئي ڪنهن انگريز حاڪم کان مون کي ڪا شڪايت آهي، چاڪاڻ تہ منهنجي قسمت ئي اهڙي هئي. اهو منهنجي مقدر ۾ لکيل هو تہ جن کي مون دوست بنايو سي ساڳيا منهنجا ويري ٿيا. سائينءَ کي ساراهہ جڳائي، آءٌ هي بيان اجايو اينگهائيندو رهان، تنهن کان

ائين چوڻ ڪافي آهي تہ پهريائين اسان کي قيديءَ جي حيثيت ۾ بمبئي موڪليو ويو اتان ساسور (Sasur) جتان فقط مير شهداد خان اڪيلو سورت موڪليو ويو. هڪ سال گذرڻ بعد اسان کي ڪلڪتي آندو ويو.

حيرت جي ڳالهہ جو بمبئي جي گورنر ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن سرڪاري ماڻهو اهو نہ پڇيو آهي تہ اسين ڪير آهيون ۽ اسان ڪهڙو قصور ڪيو آهي، جو هن انجام جا مستحق ٿيا آهيون!

خادم علم

**صفدر حسين ميرزا "سيفي"**

# مثنويءَ جي مترجم جو مختصر احوال

ميرزا گل حسن بيگ ’احسن ڪربلائي‘ ابن ميرزا دوست محمد بيگ پهرين مارچ 1897ع تي ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. سندس نالو گل حسن رکيو ويو ۽ سجع هي آهي.

”زباغ مصطفيٰ يڪ گل حسن است“

ميرزا گل حسن ’احسن ڪربلائي‘ علمي ۽ ادبي گهراڻي ۾ اک کولي. سندس بزرگ وڏا عالم، فاضل، شاعر ۽ اديب هئا. ميرزا صاحب جو والد ميرزا دوست محمد بيگ پنهنجي دور جو بلند پايه جو علام، فاضل ۽ شاعر هو ۽ مير عبدالحسين خان ٽالپور ’سانگي‘ ۽ غلام محمد شاهه ’گدا‘ جو خاص ساٿاري ۽ همعصر هو. سانگي پنهنجي هڪ شعر ۾ لکي ٿو ته:

اڇها دوست ۽ حيدريءَ جي جواني

اسان ۽ گدا سا وساري عزيزو

ميرزا گل حسن بيگ ابتدا ۾ قرآن شريف ۽ فارسي تعليم پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪئي ۽ پوءِ مدرسي ۾ داخل ٿيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ 1918ع کان ميونسپالٽيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. علمي ۽ ادبي ماحول سبب ميرزا صاحب 1914ع ۾ هڪ نعت چئي جا پنهنجي والد کي ڏيکاريائين. سندس والد اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو پر اهو چيائين ته ”پٽ! شاگرديءَ جي دؤر ۾ شاعري کان پهرين پنهنجي تعليم طرف ڌيان ڪر ۽ تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ پلي پيو شاعري ڪجان“ والد جي نصيحت کي قبولي احسن ڪربلائي ڪجهه وقت لاءِ شاعريءَ کان پري ٿي ويو پر 1926ع کان شعروشاعريءَ شروع ڪيائين. نوجوانيءَ کان ئي ميرزا صاحب پنهنجي بزرگن جي ناياب مرثين کانسواءِ سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي (سنڌي مرثيه گوئي جي باني)، آخوند بچل باري، آخوند محمد عالم ۽ مير حسن علي خان ٽالپور جا مرثيا پڙهڻ پڙهڻ شروع ڪيائين. سندس وقت گهڻو ڪري محاورن ۽ اصطلاحن جي تحقيق ۾ صرف ٿيندو هو. فارسي زبان ۾ کيس خاص دسترس حاصل هئي. ميرزا صاحب پنهنجي خود نوشته سوانح ۾ لکي ٿو ته ”مون پهرين حافظ حيات شاهه کان اصلاح ورتي، ان کانپوءِ ميرزا قربان علي بيگ ڪربلائي ۽ ميرزا مدد علي بيگ مدد کان شعروشاعريءَ جي رهبري ورتم.“

ميرزا گل حسن فطري شاعر هو. سندس ڪلام جا ٻه مڪمل ديوان اڻڇپيل سندس فرزند محترم ميرزا نجم الحسن بيگ وٽ موجود آهن. سندس ڪلام غزلن، نظمن، مرثين، سلامن، قصيدن ۽ رباعين تي مشتمل آهي. ميرزا قربان علي بيگ ڪربلائي جي وفات کانپوءِ ميرزا صاحب شاعريءَ ۾ اصلاح پنهنجي

پاڻ ميرزا علي بخش بيگ ڪوثر کان ڪرائيندو هو ۽ آخري وقت ۾ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل سان گڏ گذاريندو هو. هي "جمعيت الشعراءِ سنڌ" ۽ "بزم خليل" جو سرگرم رڪن هو.

ميرزا صاحب 1925ع کان سنڌي ۽ اردوءَ ۾ مضمون ۽ مقالا لکڻ شروع ڪيا. سندس ڪيترائي مذهبي ۽ تاريخي مضمون، سوانح حيات، آکاڻيون، افسانہ ۽ تحقيقي مقالا اردو ۽ سنڌيءَ جي مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن. سندس وڏي ۾ وڏو ڪارنامو سنڌ جي ٽالپور حڪمرانن جي علمي ادبي شوق ۽ ادبي ڪارنامن تي لکيل تحقيقي مقالا آهن. ان کانسواءِ ميرزا صاحب وڏو خوشخط هو. عربي، فارسي ۽ سنڌي جا اکر تمام سهڻا هئس، ڪيس ستن ئي خطن تي مهارت حاصل هئي. ڪيترن ئي نامور شاعرن پنهنجا ديوان ۽ بياض ميرزا صاحب کان لکرايا. سندس خوشخطيءَ تي ڪيس بمبئي جي گورنر امتيازي سرٽيفڪيٽ ڏنو جيڪو هن وقت سندس اولاد وٽ موجود آهي.

ميرزا گل حسن بيگ کي سير ۽ سياحت جو نهايت گهڻو شوق هو. پهرين 1921ع ۽ ٻيو ڀيرو 1927ع ۾ هزهائنيس حاجي مير نور محمد خان ٽالپور سان گڏجي ڪربلا معليٰ جي زيارتن تي ويو. 1934ع ۾ طبيعت جي خراب هئڻ سبب ڊاڪٽر چمنداس جي چوڻ موجب هوا بدلائڻ لاءِ شملہ ۽ ڊرمپور ويو. جتان موٽندي پنجاب جو سير ڪيائين ۽ لاهور ۾ علامہ اقبال سان مليو. سنڌ ۾ جڏهن بہ ڪو عالم، فاضل ۽ اديب ايندو هو، تنهن کي ميرزا صاحب ٽنڊي مير نور محمد ۾ موجود ٽالپورن جو ڪتب خانو ميرزا قليچ جو ڪتب خانو ۽ ٽنڊي آغا جي ميرزائن جا ڪتب خانا ڏيکاريندو هو. پروفيسر هرومل سدارنگاڻي جڏهن پنهنجي پي ايڇ ڊي جو مقالو "پرشن پوئٽس آف سنڌ" لکي رهيو هو تڏهن ميرزا احسن ڪربلائي وٽ آيو ۽ رهنمائي جي گذارش ڪيائين. ميرزا صاحب حڪم ڪيس ڇپيل ڪتابن کانسواءِ قلمي ناياب مسودن جي پري ٻڌي ڏني. پروفيسر سدارنگاڻي پنهنجي ڪتاب ۾ ميرزا گل حسن جو شڪريو ادا ڪيو آهي ۽ انهن ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي ڪيس ميرزا صاحب ڏنا هئا.

ميرزا گل حسن بيگ 1918ع کان 1953ع تائين حيدرآباد ميونسپالٽيءَ ۾ ملازمت ڪري آڪٽراءِ انسپيڪٽر جي عهدي تي رٽائر ٿيو ۽ پويان حياتيءَ جا باقي ڏينهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ اسڪرپٽ رائٽر ٿي ڪم ڪيائين، ڇو جو ڪيس واندو هجڻ زهر لڳندو هو. سيد الشهداءِ حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ شهداءِ ڪربلا جي مجلسن ۾ مرثيہ خواني ڪندو هو. جوانيءَ کان مجلسن ۾ خطابت ۽ تحت اللفظ مرثيہ پڻ پڙهندو هو. ميرزا صاحب بہ شاديون ڪيون، پهرين شادي پنهنجي عزيزن مان ڪيائين، جنهن 1935ع ۾ وفات ڪئي، ان کانپوءِ ٻي شادي 1937ع ۾ ڪيائين. ڪيس ست فرزند هئا. 1955ع ۾ سندس وڏي فرزند ميرزا تجمل حسن عين جواني ۾ وفات ڪئي، جنهن تان ڪيس تمام وڏو صدمو رسيو. جلد ئي 8 آگسٽ 1961ع تي سندس پاڻ ميرزا علي بخش بيگ "ڪوثر" وفات ڪئي، ان کانپوءِ ميرزا صاحب صدمو برداشت نہ ڪندي بيمار ٿي پيو ۽ آخر 68 سالن جي عمر ۾ 28 اپريل 1962ع تي وفات ڪيائين. سندس وفات تي سنڌ توڙي هند جي نامور اديبن ۽ شاعرن تعزيت نامہ ۽ قطعہ تاريخون چيون، جيڪي اڄ بہ سندس فرزند ميرزا نجم الحسن بيگ وٽ محفوظ آهن. هتي آءٌ ميرزا عباس علي بيگ (راقم الحروف جي ڏاڏي) جي چيل ناياب قطعہ تاريخ جا چند شعر پيش ڪري رهيو آهيان.

میرزا احسن بلاشڪ عاشق آل عبا
مرثیہ گو مرثیہ خوانِ شھید ڪربلا
معدن زیب و سخا و سایہٴ لطف خدا
رفت ازدارالفنا احسن سوي دارالبقا
"فیض یزدان اوج نظم" و "کاخ عزت بیکران"
1381ھ                    1962
زد رقم 'عباس' سال رحلتش وا حسرتا.

سنڌ جو نامور اديب، محقق ۽ شاعر ميرزا عباس علي بيگ رشتي ۾ ميرزا گل حسن احسن ڪربلائي جو پاٽيجو ٿئي.

خادم علم

**صفدر حسين ميرزا "سيفي"**

# مثنويءَ جو سرسري جائزو

’مثنوي‘ لفظ تثنيہ يا مثنيٰ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ٻٽو يا جوڙو. پرشعر جي اصطلاح ۾ هڪ اهڙي طويل نظم کي چون ٿا، جنهن جي هر بيت جي ٻنهي مصراعن جو قافيو هڪ جهڙو هجي. هي هڪ اهڙو مسلسل نظم آهي، جنهن جا شعر هڪ ٻئي سان اهڙي نموني ۾ تہ لاڳاپو رکن ٿا جهڙي طرح ڪنهن زنجير جي هڪ ڪڙي ٻي ڪڙيءَ سان لاڳاپو رکي ٿي.

مثنوي هڪ اهڙي مشهور صنف آهي، جنهن ۾ عشق ۽ محبت جي جذبن کي ظاهر ڪيو وڃي ٿو، مدح و تعريف سان گڏوگڏ باغ وراغ ۽ دشت و جبل جا نظارا ڏيکاريا وڃن ٿا، نوحہ ۽ ماتم سان گڏ مختلف واقعن کي پڻ بيان ڪيو وڃي ٿو. تنهن ڪري مثنويءَ جي صنف ۾ غزل، قصيدي، فخريہ مرثيہ ۽ واقعہ نگاريءَ جي سمورن اصولن ۽ قاعدن جو لحاظ رکڻ نهايت ضروري آهي.

تاريخي واقعو يا ڪو قصو بيان ڪرڻ وقت اصولن جي پابندي ٻيٽي ٿيو پوي، ڇاڪاڻ تہ شاعر حقيقت ۾ هڪ قسم جو مصور آهي، تنهنڪري جيسيتائين واقعہ نگاري ۾ اهڙي قسم جون خصوصيتون نہ ڏيکاريندو، تيسيتائين ڪنهن بہ واقعي جي صحيح تصوير ذهن ۾ نہ ٿي اچي سگهي. مثنوي ۾ هر مصرع جي ترتيب اهڙي قسم جي هئڻ گهرجي جو شروع کان وٺي آخر تائين هر مصرع جو ٻي مصرع سان لاڳاپي وارو سلسلو بنا ڪٽي رکجڻ جي هلندو رهي ۽ جنهن شخص جو قصو بيان ڪجي تنهن جو اهڙو تہ ڪردار پيش ڪجي جو جتي بہ ان جو ذڪر اچي تہ ڪردار ۾ ڪا بہ تبديلي نہ ٿئي. مثنوي جو خاتمو ڪنهن اهڙي تہ نصيحت واري مضمون تي ٿيڻ گهرجي جو پڙهندڙن تي ان واقعي جو اثر هميشہ لاءِ باقي رهي.

مثنويءَ جي داستان لاءِ تمهيد جو هئڻ ضروري آهي ۽ ديباچي ۾ توحيد، دعا، بندگي، نعت، مدح، سخن جي تعريف ۽ ان تصنيف ۽ تاليف جو سبب هجڻ لازمي آهي. علم عروض جي استادن جو چوڻ آهي تہ مثنوي رڳو ستن وزنن ۾ لکي سگهجي ٿي ۽ انهن ستن وزنن کانسواءِ ڪنهن ٻئي وزن ۾ مثنوي لکڻ سراسر غلط آهي. مقرر ڪيل ست وزن هي آهن:

بحر هزج مسدس محذوف يا مقصور
مفاعيل مفاعيلن فعولن يا مفاعيل

بحر هزج مسدس اخرب مقبوض محذوف يا مقصور
مفعول مفاعلن فعولن يا مفاعيل

(3) بحر متقارب مثمن محذوف يا مقصور
فعولن فعولن فعولن فعل يا فعول

(4) بحر خفيف مسدس مخبون محذوف يا مقصور
فاعلاتن مفاعلن فعلن يا فعلان

(5) بحر سريع مسدس محذوف يا مقصور
مفتعلن مفتعلن فاعلن يا فاعلات

(6) بحررمل مسدس محذوف يا مقصور
فاعلاتن فاعلاتن فاعلن يا فاعلات.

(7) بحر رمل مسدس مخبون محذوف يا مقصور
فاعلاتن فعلاتن فعلن يا فعلات

سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپور المتخلص بہ "جعفري" هي مثنوي جڳ مشهور فردوسي جي شاهنامہ واري مثنوي جي وزن تي چئي آهي، جنهن جو وزن هي آهي.

بحر متقارب مثمن محذوف يا مقصور
فعولن فعولن فعولن فعل يا فعول

مير محمد نصير خان ٽالپور "جعفري" هي درد انگيز مثنوي نظربنديءَ واري دور جي حالاتن ۽ حادثن بابت قلمبند ڪئي آهي. 1843ع ۾ مياڻي جي جنگ کانپوءِ سر چارلس نيپئر اميران سنڌ کي نظر بند ڪري ڇڏيو هو. سر چارلس نيپئر ٻين ٽالپورن سان گڏ مير محمد نصير خان ٽالپور کي نظربند ڪري ڪلڪتي ڏانهن موڪليو. حيدرآباد کان ڪلڪتي تائين سفر دوران کين جيڪي بہ صعوبتون ۽ تڪليفون رسيون تن جو مختصر پر جامع احوال مير صاحب پنهنجي منظوم "درد انگريز سفر نامہ جعفري" جي نالي سان ٻن ڀاڱن جي مثنوي ۾ لکيو آهي. مثنوي جي پهرئين ڀاڱي ۾ حيدرآباد (سنڌ) کان بمبئي، پونا ۽ ساسور تائين رسڻ جو ذڪر ڪيل آهي ۽ هن ۾ ڪل انهتر (78) بيت آهن. مثنويءَ جي ٻئي ڀاڱي ۾ ساسور کان ڪلڪتي تائين جو سمورو درد ڀريو داستان سمايل آهي ۽ هن ڀاڱي ۾ ڪُل بہ سؤ چار (204) بيت شامل آهن. ٻنهي ڀاڱن ۾ ڪل بہ سؤ ٻياسي (282) بيت آهن. جيئن تہ قلمي مثنوي ۾ پهرين ڀاڱي ۾ ڪل 78 شعر آهن، جن مان شروع وارن شعرن مان بہ شعر ۽ ٻئي ڀاڱي جي 282 شعرن مان هڪ شعر ڪن مجبورين سبب هتي نہ ڏنا ويا آهن.

آخري تاجدار سنڌ مير محمد نصير خان ٽالپور "جعفري" مثنويءَ جي پهرئين ڀاڱي جي شروعات

حمد خدا، نعت حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ ۽ منقبت اهلبيت عليهم السلام سان ڪئي آهي. ان ڪانپوءِ لکي ٿو:

| | |
|---|---|
| ڪنون باز گردم سوي داستان | زحال غم خود نمايم بيان |
| وفا ڪشتم و جور برداشتم | ثمر داد تخم ڪہ من ڪاشتم |
| خزاڪ مي بود هشتاد سال | نمودند آن جملگي پائمال |
| همہ ملڪ و دولت ببربادشد | دل شاد زين درد ناشاد شد |

اڳتي مير صاحب لکي ٿو تہ "اسان تي ظلم ڪرڻ ڪانپوءِ اسان کي جلاوطن ڪري حيدرآباد کان بمبئي ۾ آڻي هڪ مهينو رهايئون. ان ڪانپوءِ "بتيلي" نالي ٻيڙي ۾ چاڙهي پنويليش ۾ آڻي هڪ ڏينهن رهائي جلد پونا شهر ڏي وٺي ويا. پونا شهر ۾ بہ ڏينهن رهڻ ڪانپوءِ ٽئين ڏينهن وري ٻيڙي ۾ چاڙهي اچي ساسور شهر ۾ رساياڻون". هتي مثنويءَ جو پهريون ڀاڱو ختم ٿئي ٿو.

| | |
|---|---|
| ز بعد جفا وستم بيڪران | ز ملڪم ڪشيدند اين سو روان |
| نخستين چودر بمبي آمديم | يڪي ماه آن جائگہ دم زديم |
| بشهري ڪہ "پنويليش" بود نام | نموديم يڪ روز آ نجا قيام |
| از آنجاي منزل بمنزل روان | بہ"پونہ" رسيديم با سوز جان |
| بگشتيم زان جا يگہ رهگراي | سوي شهر 'ساسور' محنت سراي |

مير نصير خان مثنوي جي ٻئي ڀاڱي جي شروعات پڻ حمد خدا، نعت حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ ۽ منقبت اهلبيت عليهم السلام سان ڪئي آهي. ان ڪانپوءِ اڳتي مير صاحب لکي ٿو تہ ، "ساسور شهر پورو هڪ سال رهڻ ڪانپوءِ وري ڪلڪتي وٺي ويا. ساسور مان نڪرڻ ڪانپوءِ وري ٻيهر پونا پهتاسين، جتي بہ ڏينهن بہ راتيون رهياسون ۽ اتي ئي خيرپور وارو مير رستم خان ٽالپور پنهنجي پٽ سان گڏ گرفتار ٿي اچي، اسان سان گڏيو. افسوس جو پهرئين ڏينهن کان منهنجي لخت جگر مير شهداد خان ٽالپور کي سيني ميرن کان الڳ ڪري سورت ۾ قيد ڪري رکيئون، ڇو جو مٿس ڪئپٽن اينس جي قتل جو الزام هو. پونا ڪانپوءِ وري ٻيڙي ۾ روانو ڪيائون ۽ لڳاتار ٻن هفتن جي سفر ڪانپوءِ اسين ڪلڪتي (ڊمڊم) ۾ پهتاسين، جتي اسان سان وڏو ظلم ڪيائون. انگريزن مان هڪ دوست ٿي انت وئندو هو تہ ٻيو دشمن ٿي ظلم جو نشانو بڻائيندا هئا. انهن انگريز ظالم گورنرن کي گهٽائي خط لکيم تہ جي اوهان انصاف نٿا ڪري سگهو تہ پوءِ اسان کي ولايت انگلينڊ موڪليو تہ پنهنجو انصاف طلب ڪريون.

| | |
|---|---|
| بہ "ساسور" بوديم سال تمام | گرفتار در رنج هر صبح و شام |
| از آنجاي در ظلم وجور و جفاي | بگشتيم زين ڪلڪتہ رهگراي |
| ز ساسور اول بہ پونا شديم | دو روز و دوشب نيز آنجا بديم |

بروز نخستين نموده جدا | زما نيڪ خوي پسنديده را
بسورت درون است نيڪنام | ببينم مراورا بروزي ڪدام
ز پونا بمنزل بمنزل روان | رسيده به 'پنويلي' از درد جان
سه روزد گر بود آنجا مقام | گرفتار ازغم بهر صبح وشام
بروز چهارم بغم بيشمار | بگشتيم ما بربتيله سوار
وير آگبوت تناسر بنام | سواره بگشتيم ناڪام ڪام
به ودم بدادند جاري قيام | نمونديم آن جائگاهه ما مقام
ڪه ايدورد ايلنبرو | بگويند نامي مر آن نام جو.

مير محمد نصير خان ٽالپور "جعفري" جي درد انگيز مثنوي جي مطالعي ڪانپوءِ اهو چوڻ بجا ٿيندو ته هي مثنوي تاريخ سنڌ خصوصًا ٽالپور دؤر بابت تمام ناياب مثنوي آهي. هن فارسي مثنوي جو منظوم سنڌي ترجمو اسان جي خاندان جي بزرگ، عالم ۽ مُعزز ميرزا گل حسن بيگ احسن ڪربلائيءَ ڪيو هو اهو سنڌي منظوم ترجمو اصل فارسيءَ ۾ منظوم مثنوي سان گڏ هيٺ پيش ڪجي ٿو.

مير محمد نصير خان ٽالپور جعفري "مثنوي سفر نامه جعفري" نظربندي واري دؤر ۾ 1260هه/1844ع ۾ تصنيف ڪئي.

خادم علم

**صفدر حسين ميرزا "سيفي"**

# درد انگيز سفرنامۂ ”جعفري“ (حصہ اول)

**بَنامِ خدائي کہ جَان آفريد**     **اَزُو گُشت سختي و نَرمي پَديد**
خدا جو وٺان نام جنهن خلقي جان     ٿي ان کان ٿي سختي ۽ نرمي عيان

**فِرستاد و از لطفِ پيغمبران**     **کہ گُمره نگرديد تا اِنس و جان**
مڪو سڀ نبين کي ان لطف سان     نہ گمراه ٿئي ڪو نہ ڪو انس و جان

**محمد اَزان جُملگي بَرگَذيد**     **کہ چُون اُو بعالم نَشد کس پَديد**
محمد ڪيئين هر انبيا کئون پلو     نہ ان جهڙو ڪو خلق ۾ ٻيو ٿيو

**محمد نبي و رسولِ خدا**     **شفيع الامم، رهبر و پيشوا**
محمد نبي و رسول خدا     شفيع الامم رهبر ۽ پيشوا

**وَصيش علي مرتضيٰ شاه دين**     **کہ باشد اميرِ هَمہ مومنين**
وصي ان جو حضرت علي مرتضيٰ     امير آهي سڀ مومنن جو سدا

**هَمہ آل آن شاهہ با عِز و شَان**     **امام اَند بَر جملہ اِنس و جان**
انهي شاهہ جي آل ذي احتشام     ٿيا انس ۽ جان جا سڀ امام

**هَزاران دُرود از جَهان آفرين**     **بُوَد برهمہ آلِ آن شاهہ دين**
هزارين درود ۽ هزارين سلام     هجن آل تي تان سدائين مدام

**کُنُون بَاز گردم سُوي داستان**     **زِ حالِ غمِ خود نُمَايم بيان**
لکان هاڻي پنهنجو ٿو هت داستان     ڪريان غم پريو حال پنهنجو بيان

**اگرچہ بُوَد سَر گذشت اين بَسي**     **کہ جُز مَن نداند مَر اُو را کسي**

**زِ گَرديد نُہ چرخ ناپائدار**    **بَديدم بَسي سختي روزگار**

فلڪ بي بقا جي ڪا گردش ٻٽي    متم جنهن ڪان آئي هئي سختي گهٽي

**ز دستِ ڪسانيڪہ اَز دستِ خويش**    **پيءِ راحتِ خويش ڪَرديم پيش**

هٿان تن جي جن ڪي هٿن پنهنجي ساڻ    رکيو سون اڳيان پنهنجي راحت جي ڪاڻ

**کہ بَاشند پَيش بَدِيها سِپَر**    **بِبَاشِيم مَا شَاد هَم بي خطر**

تہ دشمن ڪان بنجن اسان لئي سپر    رهون شاد ٿي ساڻ سک بي خطر

**کہ بَاشد بَسي سَايہ شانِ ڪَلان**    **بِبَاشِيم اَيمَن زِ شرِ جهان**

جو پاڇو انهن جو ڊگهيرو هجي    سلامت رهون ڏک پريرو هجي

**بہ بَرعکس شُد آنچہ اُميد بُود**    **زِيان شُد پَديدار بر جاي سُود**

مگر سو تہ ابتڙ اميدن جي ٿيو    عوض فائدي جي ئي ڇيهو رسيو

**بَجاي شڪر صَبر آمد پَديد**    **چُنين دوستي ڪس نَديد و شُنيد**

عوض ڪنڊ جي ايريو مليو سر بسر    ڏٺي نيءَ ٻڌي اهڙي سنگت مگر

**دَرختِ وَفا را کہ ڪِشتَم چُو جَان**    **هَمہ بَار اُو نقصِ آمد زِيان**

رکيو وڻ وفا جو هو مون چاهہ سان    ٿيو ڦل ڇيهي جو پيدا انهيءَ مان

**بَجَاي عَسَل سرڪہ دَر ڪام شُد**    **بشُد عزت و نَام بَدنام شُد**

پيو سرڪو چٽٽو سو ماکي بدل    ٿيو نانءَ بد، پهتو عزت خلل

**چُنين گُفت دَاناي پَيشِين نِيز**    **مَر اِين بَيت خوش را بَراي تَميز**

چڱي اهڙي داناءُ چئي آهي چيز    ستو بيت سو آهي ڪارڻ تميز

**وَفا ڪِشتَم و جَور بَرداشتَم**    **ثَمر دَاد تُخم کہ مَن ڪاشِتَم**

وفا پوکي مون درد جو پاتو ڦل    جو پوکيو مون ٻج تنهن اهو لاتو ڦل

**خَزانہ کہ مي بُود هَشتَاد سال**    **نَوَدند آن جُملگي پَائمال**

خزانو اسان جو، اسي سال جو    ڪيائون سمورو ئي پامال سو

**هَمہ ملڪ و دولت بِبَرباد شُد**    **دلِ شَاد زِين دَردِ نَاشاد شُد**

سجو ملڪ دولت ويل برباد ٿي    انهيءَ ڪان ئي دل شاد، ناشاد ٿي

**ز بَعدِ جَفا و سِتم بِیکَران** — **ز مُلکَم کَشِیدَند اِین سُو رَوان**
پڇاڙان جفا ۽ ستم بيڪران — وطن کان ڪيئون مون کي ٻاهر روان

**نُخُستِین چُو دَر "بمبئي" آمديم** — **يَکي ماه آن جَايِگـہ دَم زَدِيم**
رسياسون اول بمبئيءَ ۾ جڏهن — اتي هڪ مهينو رهياسون تڏهن

**نِشتن نَدادَند آنجاي هَم** — **رَوانہ بگشتيم با دَرد و غَم**
رهڻ ات ڏنائون زياده نہ دم — روانا ٿياسون ڪٺي دل جو غم

**سواره بِگشتيم هَنگام شَام** — **بکشتي کہ باشد "بتيلہ" بنام**
چڙهياسون پوءِ ٻيڙيءَ ۾ سپ وقت شام — بتيلو سو جنهن جو چيائون ٿي نام

**شبِ تيره و موج دَرياي شور** — **مبيناد کس اين چنين شب بکور**
هئي رات اونده، هو دريا ۾ شور — ڏسي شل نہ ڪو رات اهڙي ڪئور

**بهر موج گشتہ قيامت پَديد** — **بخواب اندرون کس چنين شب نديد**
ٿي هر موج سان ٿي قيامت پڌر — نہ شب اهڙي سپني ۾ آئي نظر

**نہ کشتي کہ بل بود جاي عَذاب** — **نہ بد خُوردني و نہ بد جاي خواب**
بتليون نہ هو، پر هو هڪڙو عذاب — نہ کاڌي جو هو ساءُ، نہ هئي جاءِ خواب

**همان شب کہ ميبود چون اَهرمن** — **چنين گفت "مير محمد" بمن**
اها رات هئي مثل جڻ اهرمن — پڇيو مير محمد اتي منهنجي ڪن

**بدانسان کجا ميبرند اين چنين** — **بگفتم کہ خوفي نباشد درين**
تہ ڪيڏانهن وڃن ٿا وٺيو اهڙي پر — چيو مانس، پائوا! نہ ڪو خوف ڪر

**"حسين علي" بدهمان شب بخواب** — **بزانوي من تا کہ شُد آفتاب**
حسينِ علي ننڊ ڪئي ساري رات — صبح تائين گوڏي مٿان ڇپچپات

**همہ شب بياد خداي مجيد** — **ببودم تا صبح صادق دميد**
اسان ياد حق کي سڄي رات ڪيو — انهيءَ حال ۾ صبح صادق بہ ٿيو

**پس از يک دو ساعت بخشکي ز آب** — **رَسيديم با رنجها و عذاب**
چڙهيوسون پوءِ ٿورن ڪلاڪن ۾ آب — سگهي تي رسياسون سهي سپ عذاب

**بشهري كه "پنويليش" بود نام**
انهيءَ شهر ڏي، جنهنجو پونو هو نام
**نموديم يک روز آنجا قيام**
رسڻ بعد هڪ ڏينهن ٽيو ات قيام

**از آنجاي منزل بمنزل روان**
اتان منزلون منزلن جي پنيان
**به "پونه" رسيديم با سوز جان**
ڪري پوني پهتاسون ڏک سوز سان

**دو روز و دو شب بودم آنجايگاه**
ڪيوسين اتي ٻن ڏينهن تئين قيام
**بروز سويم بر گرفتيم راه**
چڙيو سون اهو ٻيي ٽئين ڏينهن گام

**بيامد يكي كوه در بين راه**
هو رستي ۾ هڪ اهڙو اوچو جبل
**سر كوه سوده بِخورشيد و ماه**
مٿو جنهنجو سج چنڊ سان هم بغل

**بدين كوه تا قلعهٔ كوهسار**
جبل تي چڙهياسين پوءِ قلعه جي پار
**كس از ما پياده، كس از ما سوار**
اسان مان ڪي پيادا هليا، ڪي سوار

**بصد محنت و رنج تا تيغ كوه**
گهڻين مشڪلاتن سان جهاڳي جبل
**رَسيديم اَز جان گشته ستوه**
لٿاسون مري ۽ جهري تي ٽڪل

**بگشتيم زان جَايگه رهگراي**
ٿياسون اتان پوءِ سڀ رهه گراءِ
**سُوي شهرِ "ساسور" محنت سراي**
طرف شهر ساسور، محنت سراءِ

**به "ساسور" هستيم نَاشاد كَام**
۽ ساسور ۾ آهيون ناشاد ڪام
**بطوريكه "زين العبا" بُد بشام**
جنهين طرح زين العبا منجهه شام

**به تن دردناک و بدل مستمند**
بدن دردناڪ ۽ دليون مستمند
**گرفتار ناحق بقيد و بَبَند**
گرفتار ناحق اندر قيد و بند

**نه آرام در شب نه راحت بروز**
نه سک جي هئي شب ۽ نه راحت جو روز
**هَمهٔ روز در غَم همهٔ شب بسوز**
سڄو ڏينهن ڏک ۾، سڄي رات سوز

**شب و روز نالان بسوزِ فراق**
شب و روز دانهون ۽ سوز و فراق
**ز دل طاقت جُملگي گشت طاق**
سموري وئي دل جي تي طاقت ئي طاق

**نَمي بود گر كشتن خود گناه**
هجي خودڪشي جي نه ها ڪو گناهه
**فگندم همين خويشتن را بچاه**
ٽپي کوهه ۾ پاڻ ٽيون ها تباهه

**نه مرگ است در کف که خود را رِها**
نه هو موت هٿ ۾ اسان جي ڀلا
**نمايم، از اين بند و قيد و بلا**
جو لاهيون مٿان پنهنجي قيد ۽ بلا

**به پيش خداوند عقل و هنر**
ڏنو جنهنکي ڏاتار عقل و هنر
**که مرگ است زين زندگي خوبتر**
مرڻ هن جيئڻ کان هيس خوبتر

**بزد در فِراقم چو آتشکده**
اندر منهنجي ٿي شعلا آتش ٻريا
**دَرُوني تَنم شعله آتش زده**
وچوڙي کان آتش کده جيئن دريا

**ز خونِ دلم ديدهٔ پُر خون شده**
منجهان دل جي رت، اک به پر خون ٿي
**ز هرسو روان خون چو جيحون شده**
اڇي جاري هر هنڌ جيحون ٿي

**چگويم ز دردِ دلِ غمزده**
چوان کهڙو دل درد واريءَ جو حال
**نه آتش که بل بود آتشکده**
نه هئي باهه، پر کوري جو هو مثال

**ز شبهاي جمعه چگويم خبر**
جمعي رات جي آءٌ ڪريان ڇا خبر
**ز سکرات مرگ اند، بس تلخ تر**
جا سکرات جهڙي هئي تلخ تر

**بسوزم هَمهٔ شب بسان کباب**
پچان رات ساري، پچي جيئن ڪباب
**دو ديده بود همچو دو جوي آب**
وهن ٻئي اکيون، ڄڻڪ نهرون پر آب

**شبِ جمعه از مرگ باشد گران**
جمعرات جڻ موت بارگران
**چو ماهي که بي آب باشد طَپان**
مثل ماهي بي آب تڙقان طپان

**چنين ظلمهاي که بَرما رسيد**
اسان تي اچي ظلم جي ها رسيا
**بگيتي کسي هم نديد و شنيد**
نه ڪنهن هوندا جڳ ۾ ٻڌا نيءَ ڏٺا

**اگر بر سرِ کوه گشتي فرود**
جبل جي مٿان اهڙا ڏک جي پون
**دلِ کوه گشتي زبون همچو دود**
ته دونهان ٿي ختم ٿي وڃن

**بدردِ جدائي شدم مستمند**
وچوڙي جي سورن ۾ ٿيس دردمند
**همي سوخت جانم به مثل سپند**
جليم دل نکر ۾ جلي جيئن سپند

**همه سبزه و باغ پيش نگاه**
سيئي باغ بستان، منهنجي نظر
**بنزدم بود همچو دود سياه**
هئا دونهي جا ڄڻ ته ڪارا ڪکر

**ز افلاک هر گونہ دیدم ستم — شب و روز هَستم بدرد و الم**

فلک کان ڏٺم، هر طرح جا ستم — شب و روز پوڳيان ٿو درد ۽ الم

**يکي غم نَباشد کہ دارم بسي — کہ هرگز نديده مَر او را کسي**

نہ هک غم، مگر غم هزارين ٿيا — نہ هوندا ڏٺا کنهن، نہ اهڙا ٻڌا

**دلم هست نالان ز سوزِ فِراق — شد از باز غم طاقتم جملۂ طاق**

کري دل ٿي دانهون پسيو هي فراق — ڏکن کان سندم دل جي طاقت ٿي طاق

**نهم ماه رمضان بد از قيد و بند — بلب روزه و دل ز غمها سپند**

رکيو سون ٿي منجھ قيد رمضان ۾ — چپن روزو، دل درد جي ٿان ۾

**بدين نوع بگذشت ماهِ صيام — پديدار شد ماه هنگام شام**

گذر ٿيو انهي ريت ماهِ صيام — وري آيو هو ماھ چڙ جنگ شام

**شبِ عيد ميبود اندر جهان — هَمۂ مردمان با دلِ شادمان**

جهان ۾ رسي عيد جي رات هئي — سين کي خوشي موج جي تات هئي

**مگر ما کہ در زيرِ بارِ فراق — ز غم طاقت صبر را کرد طاق**

مگر دل اسان جي ٿي بار فراق — ڏکن صبر جي ساري طاقت کئي طاق

**ز دردِ جدائي دلم سوختہ — ز سر تا بہ پا آتش افروختہ**

جدائيءَ جي غم کان سڙي دل سندم — ٿي پيرن کا سر تائين آتش لڳم

**ز بيعزتي خويشتن دَر جهان — همين مرگ خواهم بروز و شبان**

سبب پنهنجي بي عزتي جي کنان — گهريم موت ٿي رب کان راتو ڏينهان

**چگويم هم از عيدِ روزِ سعيد — پس از ليل چون صبح صادق دميد**

سڳورو ٿيو، ڏينهن جو، عيد جو — کريان ذکر کهڙو انهي جو سڄو

**نہ صبحي کہ چون صبح محشر عيان — نہ روزي کہ چون دوزخ جاودان**

ٿيو صبح محشر جو چڙ صبح هو — ٿيو ڏينهن، چڙ ڏينهن دوزخ سندو

**هَمۂ مردمان شادمان دل سپند — همہ در وطن ما بقيد و ببند**

خوشي ۾ بہ ماڻهو سڀئي هئا — اهي ها وطن ۾، اسين قيد پيا

**اگر شرح وارش نويسم تمام — ببايد نوشتن مر اورا دوام**

لکان جي مفصل اهو سارو حال — تہ لکڻو پوي مون کي سالن جا سال

**مگر لطفِ پروردگارِ جهان — کہ آخر کند رحم بر بندگان**

مگر لطف پنهنجي سان رب کريم — کري رحم ٻانهن تي پنهنجو رحيم

**کہ اميدوارم بلطفِ خدا — بحقِ محمد نبي الورا**

رکون آس، رب جي کرم جي سدا — محابي محمد نبي الوریٰ

**کند رحم بر ما ز فضل عميم — رِهاند ز قيد و ز بند عظيم**

اسان تي کندو رحم پنهنجو رحيم — ڇڏائيندو هن قيد مان سو کريم

**بحق نبي و علي شهريار — بحقِ امامانِ هشت و چهار**

محابي نبي ۽ علي مرتضيٰ — ۽ ٻارهن امامن جي صدقي سدا

**بکن "جعفري" شکر صبح و مسا — کہ موليٰ علي هست مشکل کشا**

کجئين "جعفري" صبر صبح و مسا — جو حضرت علي آهي مشکل کشا

**کہ آسان کند مشکلِ ما تمام — سخن کہ ختم کردم بر اين والسلام**

کندو حل مشکل اسان جا تمام — کريان ختم هت ڳالھ تو والسلام

# درد انگيز سفرنامۂ ”جعفري“ (حصہ دوم)

**بنامِ خداي كزو نقش بست**     **درون دو عالم هر آنچہ کہ هست**
خدا جو وٺان نامُ جنهن چٽ چٽيا     جهانن ٻنهي ۾ جي ڏسجن پيا
**پس از حمدِ يزدانِ جانِ آفرين**     **كنم نعتِ پيغمبر پاکِ دين**
پٺيان حمد حق جي جو جان آفرين     کريان نعت پيغمبر پاک دين
**برو بر وصيش هزاران سلام**     **و هم بر بہ آلِ محمد تمام**
مٿس ۽ وصي تي سندس سو سلامُ     صلواتون مٿي آل ان جي تمامُ
**كنون باز گويم همہ حالِ خويش**     **بيان سازم اكنون ز احوالِ خويش**
وري ٿو کريان هاڻ هت پنهنجو حال     کريان هن حقيقت پڙيل ٿو مقال
**ازين پيش گفتم يكي داستان**     **نمودم در او مختصر هم بيان**
لکيم هڪڙو هن کان اڳي داستان     جنهين ۾ ڏنو مختصر مون بيان
**بہ سَاسور بوديم برگشتہ روز**     **دِگر گُون شده مهر گِيتي فروز**
رهيوسون نہ ساسور ۾ بخت زور     ڏٺوسون ڦريل سج جو سارو ئي شور
**بَسي ظلم ديديم آن جايگاه**     **برنج اندرون مردمِ بيگناه**
سٺاسون گهڻا ظلم ان جاءِ تي     رهياسون بنا ڏوهہ، سورن ٻلي
**بہ سَاسور بوديم سالِ تمام**     **گرفتار در رنج هر صبح و شام**
رهياسون بہ ساسور ۾ سارو سال     سٺاسون صبح و شام رنج ۽ وبال
**از آنجاي در ظلم و جور و جفاي**     **بگشتيم زين ”كلكتہ“ رهگراي**

| | |
|---|---|
| اتان ظلم سان، ساڻ جور ۽ جفا | وياسون وري ڪلڪتي ڏانهن هليا |
| **ز "ساسور" اول بہ "پُونا" شديم** | **دو روز و دو شب نيز آنجا بديم** |
| اول پوني آياسون ساسور کان | ٻہ راتيون ٻہ ڏينهن ات ڪيوسين مڪان |
| **وهم مير رستم ابا پورِ خويش** | **بپورِ برادر کہ بد پاک کيش** |
| اتي مير رستم بہ پٽ پنهنجي سان | پٽس ساڻ ڀاڻس بہ هو بي گمان |
| **نظربند کرده بہ "پونا" ز درد** | **جهان گشت در چشمِ ما لاجورد** |
| نظر بند ٿي پوني پهتا اچي | اسان لاءِ نئين سر ويو ماتم مچي |
| **پي آنکہ هم پيش ازين همچنان** | **ببرده ز ما مير شهداد خان** |
| انهي کان اڳي پڻ اسان جي وچان | وٺي ويا هئا مير شهداد خان |
| **کہ نيکو خصال است هم نيک خو** | **کہ نبود کسي ديگري مِثل او** |
| اهو نيڪ دل آهي نيڪو خصال | ڏٺوسون نہ ٻيو مرد ان جي مثال |
| **بروز نخستين نموده جدا** | **ز مَا نيک خوي پسنديده را** |
| ڪيئون ڏينهن پهرين اسان کان جدا | چڱي چال وارو، سو وا حسرتا |
| **مَرا نورِچشم است آن باوفا** | **کہ پوري برادر بود مر مرا** |
| سندم نورچشم ۽ سو هو باوفا | اهو ڀائيٽو مون سندو باصفا |
| **بود يوسفم آن خِجستہ شِعار** | **ز مهرش منم نيز يعقوب وار** |
| سو هو منهنجو يوسف خجستہ شعار | ٿيس قرب ان جي ۾ يعقوب وار |
| **بسَورت درون است آن نيکنام** | **بَبِينم مَر او را بروزي کدام** |
| رهيو آهي سورت ۾ سو نيڪ نام | ڏسي ان کي، ٿيندس ڪڏهن شاد ڪام؟ |
| **خداوند او را رساند بمن** | **کہ بِينم مر او را درين انجمن** |
| اهو مونکي موٽي ملائي خدا | ڏسان هن ڪچهريءَ ۾ ان کي سدا |
| **بباشيم زين بعد با هم مدام** | **بحقِ محمد عليہ السلام** |
| وري شال گڏجي گذاريون مدام | بحق محمد عليہ السلام |

**ز "پُونا" بمنزل بمنزل روان**
**رسيده بہ "پنويلي" از دردِ جان**

ڪري منزلون پوءِ پوني ڪنان
رسياسون بندر تي سهي درد جان

**سہ روز دگر بود آنجا مقام**
**گرفتار از غم بهر صبح و شام**

ڪيوسون اتي ڏينهن پڻ ٽي مڪان
ڏٺاسون صبح شام غم جا نشان

**بروز چهارم بغم بيشمار**
**بگشتيم ما بر بتيلہ سوار**

اتان ڏينهن چوٿين ڪٽي غم جو بار
ٿيا سون وري منجهہ بتيلي سوار

**و بر آگبوت "تناسر" بنام**
**سواره بگشتيم ناکام کام**

تناسر جي نالي، جو هو آگبوٽ
ڦتيل دل سان ان تي چڙهياسون پو چوٽ

**بيامد گورنر همان روز نيز**
**کہ مردي نکو هست صاحب تميز**

گورنر انهي ڏينهن ات آيو هو
چڱو مڙس ۽ نيڪ عاقل اهو

**بپرسيد بسيار از رنج راه**
**خداوند دارد او را در پناه**

گهٽوئي پڇيئين حال ۽ رنج راهہ
ڏئي شال رب ڪيس پنهنجي پناهہ

**کہ "سَر جَارج آرتهر" بُود نام اُو**
**هميشہ جهان باد بر کامِ او**

جو سرجارج آرٿر هئو خوش نهاد
هميشہ پڇي ان جي دل جي مراد

**ايامي کہ بوديم در پيشِ او**
**ز راهِ بزرگي مرا نام جو**

رهياسون جو عرصو انهي جي اڳيان
سندم سار لهندو هو احسان سان

**بيامد بہ نزديک ما چند بار**
**بخشنودي ما نہ از بهر کار**

اسان وٽ سو ايندو هو پيو باربار
ڪرڻ خوش اسانکي نہ ٻي هيس ڪار

**بخلق زبان دَاشتي شادمان**
**هميکرد پُرسش بروز و شَبان**

مٺي گفتگو سان رکيئين شادمان
پڇيئين حال احوال راتو ڏيهنان

**سخن مختصر مان ازان جايگاه**
**سُوي کلکتہ برگرفتيم راه**

اسين پوءِ مطلب تہ، ان جاءِ کان
ٿياسون سيئي ڪلڪتي ڏانهن روان

**بدرياي سيلان و از موج اُو**
سمنڊ جي انهي جوش ۾ موج جو
**چہ سَازم بيان اورا در گفتگو**
ڪريان هت بيان ڪهڙو انهيءَ سندو

**ڪہ هر موج او بود چون اَهرمن**
هئي لهر هر هڪ مثل اهرمن
**بمثلِ جهنم ڪشاده دهن**
ٿي دوزخ مثل ڦاڙيو ان دهن

**بڪشتي درون هم بظلم و جفا**
سڻاسون بہ ٻيڙي ۾ ظلم ۽ جفا
**قصوري نڪردند از ظلمها**
ڪيائون ٿي تن ۾ نہ گهٽائي ڪا

**ملازم ڪہ بودند همراه ما**
اسان ساڻ گڏ جيڪي نوڪر هئا
**بہ تنگ آمد از ظلم و جورو جفا**
نهايت سي ظلمن ڪان ٿي تنگ پيا

**بہ ناحق بقيد و بہ بند گران**
ڳري قيد جو ڪيائون ناحق وبال
**بہ زنجير بر بست مثلِ سگان**
زنجيرن ٻڌائون، ڪتن جي مثال

**بجز صبر چاره نہ بوده دگر**
سوا صبر جي ٻيو نہ رستو ڪو هو
**خدا هست اندر جهان دادگر**
خدا دادگر آهي جڳ ۾ وڏو

**دو هفتہ چو ڪشتي بہ پيمود راه**
ٻہ هفتا سمنڊ ۾ ٿي ٻيڙي هلي
**بيامد شتابان بوقت پگاه**
پرهہ جو ڪناري تي ٻيڙي جهلي

**دورن شهر "ڪلڪتہ" آمد ز راه**
اچي ڪلڪتي شهر ۾ سا، رسي
**بدادند لَنگر دران جايگاه**
ڪناري بندر جي سان بيٺي لڳي

**چُو ديدم من آن شهر را آنچنان**
ڏٺوسون جڏهن شهر اهڙو وري
**دلم گشت چون نيم بِسمل تپان**
ويئي اڏ مئل دل، غمن ۾ ڳري

**چو آن عزتِ خويش آمد بياد**
اڳوڻي تي عزت جڏهن آئي ياد
**بگفتم خداوند مرگم دهاد**
چيم موت جلدي ڏي رب العباد

**ڪہ زينسان نمي آمدم من اَسير**
تہ هن پر نہ آئون ٿيان ها اسير
**ملاقات ڪردم شدم دستگير**
ملاقات مون ڪئي ٿيس دستگير

**گرفتہ نہ هرگز کسي مَر مَرا**
گرفتار مونکي بہ ڪنهن ڪيو ڪڏهن
**بپاي خود اندر شدم در بلا**
بلا ۾ هتان پنهنجي قاتس تڏهن

**بہ بوديم آن شب بہ کشتي درون**
رهياسون سڄي رات ٻيڙي اندر
**سر صبح کردند ز آنجا برون**
صبح جو اسان کي ڪڍيائون ٻاهر

**بہ "دَمدَم" بدادند جاي قيام**
اسان کي ڏنئون شهر ڊَم ڊَم ۾ جاءِ
**نموديم آن جايگاه ما مقام**
اسان جي رهڻ جي بني ات سراءِ

**نشستيم آنجا دل پُر غَمان**
رهياسون اتي دل پريل ساڻ غم
**بيادِ خداي زمين و زمان**
خدا ياد ڪيوسون گهريونسون ڪرم

**سہ گاري کرايہ بگشتہ عطا**
ٽيون گاڏيون ٽي اسان کي عطا
**پي رفتن و بهر خوردن هوا**
تہ ٻاهر گهمون، کائون تازي هوا

**کُهن بود او نيز رفتہ ز کار**
سي بيڪار گاڏيون پراڻيون هيون
**نہ بد لائق مردم نامدار**
نہ لائق چڱن جي چڙهڻ جون هيون

**مگر از پي قيديان بد مگو**
مگر قيدين لاءِ بڇڙيون نہ سي
**نيامد درآنجا دگر گفتگو**
انهن جي نہ ڪر ڳالهہ ٻي ڪا هتي

**اگرچہ نہ بد لائق شان ما**
نہ توڙي اسان جي هيون شان جون
**بہ لاَچار بر آن بوقت مسا**
تڏهن پيي اهي شام اينديون هيون

**ز بهرِ هَوا خوردن و رفع غم**
هوا کائڻ ۽ پنهنجي ٽارڻ لئي غم
**همي گشت کرديم باصد الم**
چڙهياسون ٽي تن ۾ بصد غم الم

**گورنر ز بهرِ ملاقات خواند**
گورنر ملاقات لئي هو سڏيو
**ز "کلکتہ" شد در اچانک بِماند**
اچي ڪلڪتي کان اچانڪ گڏيو

**کہ "ايدورد لارد ايلنبرو"**
گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو
**بگويند نامي مر آن نام جو**
سونالي بنالي پڇڻ هو لڳو

برفتيم ما نيز آن جايگاه
ملاقات شد اندران بارگاه

اسين سڀ وياسون انهي جائگاهه
ڪئي سون ملاقات منجهه بارگاهه

بپرسيد بِسيار از رنجِ راه
ز "ساسور" و از "پوني" آنجايگاه

پڇئين راهه رستي جي سڏ ۽ خبر
گذر ٿي جا ساسور، پوني اندر

درآن جاي ديگر نشد گفتگو
که مشفق نبود و نه بد نيکخو

اتي ٻي اسان سان نہ ٿي گفتگو
جو مشفق نہ هو ۽ نہ بد نيڪ خو

بعزت نمودن قَصوري نکرد
که بس بود دانا و مردي خرد

ڪيائين نہ عزت رکڻ ۾ قصور
هَو هَو مرد داناءُ و عاقل ضرور

ز بعدِ ملاقات زان جايگاه
سوي "دمدمہ" بر گرفتيم راه

پڄاڻان ملاقات نڪتاسون سڀ
وري موٽي ڊَمہ ڊَمہ ۾ پهتاسون سڀ

و هم باز در "کلکتہ" نامور
ملاقات بنمود بارِ دگر

وري ڪلڪتي ۾ انهي نامور
اسان سان ملاقات ڪئي پڻ ٻيهر

که زان شب شبِ بود بس شادمان
پي عشرت و عيش شان در جهان

هئي رات تن لئي خوشي جي اها
گهڻا عيش عشرت انهي پي ڪيا

که بازي آتش درآن جايگاه
بطرفِ جنوبي آن بارگاه

جلايائون دارون پيي ان جاءِ تي
اسان جي جڳهه جي ڏکڻ طرف ڏي

برفتيم در جاي آن نامور
چو گرديد از آمدن ما خبر

وياسون هلي، وٽ انهي نامور
جڏهن پيس اسان جي اچڻ جي خبر

پي پيشوائي بيامد بہ پيش
مرا برد آنگاهہ همراه خويش

اچي ٿيو پري پير ات پيشواءِ
ڏنئين پاڻ سان مونکي گڏ خاص جاءِ

ز تعظيم و تَکريم از بس فُزون
هَمي کرد آن لاَرد ذو فنون

گهڻي ان، ات عزت ۽ تعظيم ڪئي
چوان ڪهڙي صاحب جي ڏاهپ چئي

اگر چہ بِما کرد بس ظُلمهاي
وليکن که او بود با عقل وراي

كيئين ظلم توٽي اسان ساڻ جام
**خردمند بسيار از حد فزون**
بلاشڪ خردمند بيحد سو هو
**نَظيرش نبوده بعقل و خرد**
نہ مٽ عقل ڏاهپ ۾ ان جو ڪو هو
**نہ عقل و خرد استخوان بود و پوست**
نہ عقل و خرد ٿو رکي هڏي ۽ گوشت
**چو بازئ آتش بآخر رسيد**
ختم جڏ خوشيءَ جا ڌماڪا ٿيا
**گذشتہ برين بر سہ ماه تمام**
انهي ريت ٽي ماهہ ٿي ويا گذر
**ز من اَرجمندان درآن ماه هم**
انهي ماهہ ۾ مون کان پيارو پٽم
**جدائي بود سخت اندر جهان**
جدائي ڏکي ٿي لڳي منجهہ جهان
**خصوصاً جدائي ز اولادِ خويش**
خصوصاً وڇوڙو جو اولاد جو
**نديده چنين ظلم اندر جهان**
جهان ۾ ڏٺوسون نہ اهڙو ستم
**کسانيکہ هَستند صاحب خرد**
جهان ۾ جي عاقل ۽ ڏاها هجن
**کہ در دست لارد چہ آمد ازين**
انهيءَ حال ۾ مرد ڪندا سي ڇا؟

مگر عقل ڏاهپ ۾ هو پڙ تمام
**بياراستہ اندرون و برون**
اندر توڙي ٻاهر هو اجرو اڇو
**ز دَانائيش هرچہ گويم سزد**
ڪجي ذڪر جو، ڇئجي ٿورو بہ سو
**نہ بد عيب جز آنکہ بد ظلمِ دوست**
نہ برعيب جز آنکہ بدظلمِ دوست
**پس آنگاهہ از آنجا هر کس چميد**
اتان پوءِ سيئي لڏندا لمندا هليا
**ببردند گاري بہ هنگام شام**
تڏهن شام جو آئي گاڏي ٻيهر
**ببردند کردند از بس ستم**
ڪيائون جدا هي ٿيو ڏاڍو ستم
**بپيش کهان و بپيش مهان**
ننڍن کي وڏن کي لڳي مثل ڪان
**کہ بس جانگداز است از مرگ بيش**
گهڻو موت کان سخت تر سو ٿيو
**يکي قيد ديگر جدائي چنان**
جو هڪ قيد ٻيو هيئن جدائي جو غم
**شناساي کاري نکو کار و بد**
چڱائي مٺائي پروڙي سگهن
**ز ملک و ز مال و ز تاج و نگين**
مڏي ملڪ، يا هئي يلي تاج ڪا

**که از من جدا کرد اولاد هم — فزون داد بر من ستم بر ستم**

جدا ڪيائون اولاد ڪان، ڏيئي غم — اهو هو مٿم ٿيو ستم تي ستم

**هر آنچه که بد بردني پيشتر — ببردند از ما همه سربسر**

هو جيڪي به ڪسٺو ڪسيئون بيشتر — اسان ڪان ته سڀ ڪجهه ڪسيئون سربسر

**ز تاج و ز تخت و ز گنج و کلاه — ببردند او را که چندان بماه**

ڪسيئون تاج ۽ تخت گنج و ڪلاهه — هو جيڪي به سو سڀ ڪيائون تباهه

**به بتواند اورا نمودن شمار — اگر بر شمارو يکي از هزار**

ڪري ڪين سگهبو انهيءَ جو شمار — ڪبو، ٿيندو ته به هڪ منجهان هڪ هزار

**يکي هست کپتان بر ما تمام — ميخي فاربس گاردن هَست نام**

اسان تي رهي جو ڪه ڪپتان ٿو — چون فاربس گاردن نالي سو

**بسي هست از عاقلان هوشيار — وهم با تميز است در وقت کار**

اهو ڏاڍو عاقل ۽ ٿيو هوشيار — ڪري پوري ڏاهپ سان ٿو ڪم ۽ ڪار

**بود مردِ دانا و هم باخرد — که هم باقياس است آن نيک مرد**

سو هو چاٽندڙ ڏک جو ۽ باخرد — وڏو قياس وارو سو ئي نيڪ مرد

**چنين گفت کپتان رَوزي بما — دو گاري و يک پگي گشته عطا**

ڪئي مهر ڪپتان هڪ ڏينهن اها — ٻه گاڏيون گهمڻ لاءِ ڪيائين عطا

**بمعه اسپ ده، خوب خوش راهوار — ابا مبلغ خرچ شان ماهوار**

سنا ڏهه ڏنائين وري راهوار — ڏنائين سجو خرچ پڻ ماهوار

**ازان پنج از بهر آن گاريها — دگر پنج بهر سواري شما**

هئا پنج گاڏين جي لئي تن منجهان — ٻيا پنج سواري لئي ها بي گمان

**براي هوا خوردن آيد بکار — بگرديد بر آن ستوران سوار**

سي ڪاٺڻ هوا لاءِ آيا تي ڪم — چڙهيءَ لاءِ آيا تي ڪم دمبدم

**به ميران ديگر هَمي روبرو — نشان داد هم داد آن نيکخو**

انهي ٻين ميرن جي لئي روبرو　　سي نالي بنالي کيا نيک خو

**يکي اسپ بدلنگ بهرم گذاشت　　کہ طاقت سواري من او نداشت**

مٽائي ڏنئين هڪڙو گهوڙو وري　　لڳي جنهن کي منهنجي سواري ڳري

**مرا گفتہ بد لارد اسپ سياه　　نہ اين اسپ آن بود اي نيکخواه**

ڏنو لارڊ ڪارو هو گهوڙو مونکي　　مليو ڪين پهريائين سو هو مونکي

**وهم بهرِ فرزند اسپِ دگر　　نگهداشت ڪپتان نيکو سَيَر**

وري منهنجي پٽ لاءِ گهوڙو ٻيو　　چڱي مڙس ڪپتان مقرر ڪيو

**همان اسپ ازبسکہ بوده شرير　　نہ اندر خور هر امير و وزير**

اهو گهوڙو بلڪل هو ڏاڍو شرير　　نہ لائق هو، لئي ڪنهن امير ۽ وزير

**ازين پيشتر اسپهاي چنان　　نہ گاهي نموديم در زير ران**

نہ اڳ اهڙا گهوڙا ڪڏهن ٻي اسان　　سواري لئي آندا ها ڪم شوق سان

**يکي گاري و نيز اسپِ دوتا　　بَراي من آن مرد کرده رِها**

ٻہ گهوڙا ۽ گاڏي، فقط منهنجي لا　　انهي مرد عاقل ڇڏي ها ڏنا

**نمانند مِيرانِ ديگر بِمَن　　سپرده نداده دران انجمن**

نہ ميرن ٻين جيئن اهي منهنجي لا　　ٿيائي هئا انجمن ۾ عطا

**براي من آن گاري و اسپها　　بہ بي اِطلاعم نموده رِها**

ٻئي گهوڙا گاڏي، ڪنهين وات تي　　ڦٽا ڪيا بنا چاڻ جي مون اتي

**نيامد بہ پيشم نہ پيغام کرد　　بَراي گرفتن من آن نيکِ مرد**

نہ ڪي پاڻ آيو نہ آيس پيام　　وڻڻ وات تي منهنجي لئي نيکنام

**مَرا چون کہ او خود نہ بسپرده بود　　گـِرفتن مرا هم نمي داشت سود**

نہ خود کي ڪيئين منهنجي حوالي ذرو　　نہ ڪو فائدو آهي ان ۾ رهيو

**بدينسان گرفتن نَديدم رَوا　　کہ او نيز نہ سپرده بوده مرا**

وڻڻ سي انهي پر، نہ ڄاتم روا　　جو ان پڙ نہ سونپيو هو مونکي بجا

**بغير از سُپردن گرفتن سزاي    نَداند نِکو مردم اي نيکراي**

حوالي ٿيڻ ري وٺڻ کي رواءِ    نہ ڄاڻي تو چڱ مڙسي کو نيڪراءِ

**گِرفتن نکردم دَرين رَه قبول    بغير از سُپردن دلم بد مَلول**

وٺڻ سو اتي پِي کيو مون قبول    حوالي ٿيڻ ڌاران دل تي ملول

**دَران روز آورد هم زين ها    چنين کرد پيغام آنگاه مرا**

انهي ڏينهن زينون بہ مون کي ڏنئين    وري ان سان پيغام هن پر مڪئين

**کسي را فرستي، کہ دو زين نو    بگيرد، رساند بہ نزديک تو**

تہ ڪو شخص موڪل، بہ زينون نيون    رسائي اچي توکي، سي رک بہ تون

**يکي را نمودم هماندم رَوان    روان رفت بگرفت اندر زمان**

انهي وقت هڪ شخص مون موڪليو    ڪٽي آيو زينون سگهوئي اهو

**کہ از چرم بودند اين زين ها    کہ لارد نمودند بر ما عطا**

هيون چم جون زينون اهي ٻئي صفا    ڪيون سي هيون لارڊ مونکي عطا

**چنين گفت کپتان نيکو سَيَر    بدينسان پس از چند روزِ دِگر**

چيو مونکي ڪپتان نيڪو سير    ڏينهن ٿورڙن بعد هو هڪڙي پر

**کہ آن خرچ گاري و اسپان نيز    گورنر نہ بدهد ازان يک پشيز**

تہ سڀ خرچ گاڏي ۽ گهوڙن جي ڪاڻ    گورنر نہ ڪا ڏيندو پائي بہ هاڻ

**نمائيد آن خرچ خود را تمام    چو ميران شُنيدند زو اين کلام**

ڪجو خرچ پنهنجو اوهين سڀ تمام    ٻڌو ان کان ميرن جڏهن اي ڪلام

**جَوابش بگفتند نبوده رَوا    کہ بيخرچ گيريم ما گاريها**

ڏنائون ورانڻي تہ ناهي روا    بنا خرچ گاڏي رکون هاڻ ڪا

**نداريم طاقت کہ اين خرچ نيز    شَوَد از من اي مردِ عقلِ تميز**

اسان ۾ نہ طاقت انهي خرچ جي    ڪري سمجهہ پنهنجي تون ڏس ڪا وڏي

**و قدري کہ داديد اي مردِ کار    کفايت نمي سازد او ماهوار**

اسان کي تا جيکي ڏيو خرچ ڪاڻ     نہ پورائو تي سگهندو تنهن مان ڪو هاڻ

**ازان بعد کپتانِ صاحبِ تميز     بيامد بہ پيشم خود آنگاه نيز**

تنهان پوءِ کپتان صاحب ڪرم     پري آيو جلدي اسان وٽ قدم

**چنين گفت با من مرد نيک راي     کہ دادن بہ بس نيست هر گز رواي**

اچي لفظ هي هن چگي مڙس چيا     تہ گاڏي ڇڏڻ مور ناهي روا

**جوابش بگفتم کہ اي پيرِ خرد     خردمند دانا دل و نيک مرد**

چيومانس اي عاقل ۽ پير مرد     خرد مند داناءُ همہ گير مرد

**کہ هرگز ندادي تو گاري بمن     نہ بسپرده اندرين اَنجمن**

نہ گاڏي ڏني مونکي تو پاڻ مور     نہ تو انجمن ۾ هئي سونپي ضرور

**بہ بي اطلاعم تو بگذاشتي     نہ زين کار آگہ مرا ساختي**

بنا ڄاڻ منهنجي ڇڏي تو ڏنو     نہ احوال مونکي بہ تو ڪو ڏنو

**نہ بگرفتہ بودم ازين پيشتر     در اين وقت کردي مَرا چون خبر**

نہ مون ورتو هو ان کان اڳ ڪنهن بہ پر     انهي وقت ۾ ڪيئن ڪئي تو خبر

**سزاوار نبود کہ تا دِيگران     بِتَو باز دادند من اين زمان**

مناسب بہ ائين، جو ٻين پڻ جڏهن     ڏنو توکي موٽائي، آءٌ ڏيان تڏهن

**چُرا گِيرم اي مردِ نيکو سَيَر     کرا داده بودي تو بر کن خبر**

وٺان ڇا جي لئي، ڇئو تون نيکو سير     ڏنو ڪنهن کي تو هو، ٻڌائج خبر

**نہ بسپرده بودي تو در دستِ من     نہ از کَس شُنيده بدم اين سخن**

نہ هٿ منهنجي ۾ ڪيو، حوالي تو هو     نہ ڪنهن مرد کان، مون ڪو گفتو ٻڌو

**کہ اسپانِ گاري براي شما     ز سرکارِ کلکتہ گشتہ عطا**

تہ گاڏي سو سامان ڪارڻ توهان     مليو ڪلڪتي جي هو سرڪار کان

**بدينسان بدادم بمردم جواب     نہ بِينم در اين ره گرفتن صواب**

انهن کي ڏنو مون انهي پر جواب     وٺڻ ان طرح سان نہ ڄاڻان صواب

**بچیزي کہ نسپرده باشد بمَن**
ٿيل شيءِ نہ منهنجي حوالي ۾ جا
**چسان من بگیرم در این انجمن**
وٺان انجمن هن ۾ ڪيئن مان اها

**بگیرم اگر اُو بگوید مرا**
وٺان، جي چوي مونکي خود هو صفا
**ز سرکار گاري نہ گشتہ عطا**
تہ سرڪار کان گاڏي هي ٿي عطا

**چگویم جوابي مَر اُو را دِگر**
وراڻي ڏيان ان کي ٻي ڪهڙي پر
**دِگر اینکہ تنگ آمدم پیشتر**
وري ٻيو ٿيس تنگ آءٌ بيشتر

**کہ ده روزه خرچ نبود ازان**
ڏهاڪو ڏينهن جو نہ هو خرچ، مان
**شود خرچ گاري ازو آن چسان**
ڪريان خرچ گاڏيءَ جو پورو ڪٿان

**کہ درماها کم هست خرچ است بیش**
ٿيو خرچ واڌو ۽ ٿورو پگهار
**چسان ما نمائیم گذاران خویش**
گذر ڪيئن اسان جو ٿئي سازگار

**قیاس نداريد در هیچ کار**
ڪنهين ڳالهہ جو ڪو ڪرين ٿو قياس
**کہ دادید باما چنین ماهوار**
ڏيو ڇا تا تنخواهہ، ڪر ڪا تپاس

**بوقتي کہ از ما بگردید هور**
جڏهن ڪِيَوَ اسان کان ڪسي راڄ توڙ
**بغاوت ببردند هیزده کرور**
ڪٽي ويا تڏهن، هئا بہ ارڙهن ڪروڙ

**وهم ملک و ناموس ما سربسر**
سنڌئون ملڪ ناموس سڀ سربسر
**ببردید در دوستي بیخبر**
ڪسيو دوستي ۾، رکي ٻي خبر

**نبودیم آگاه ز چندین دغا**
پروڙي نہ هئي ڪا اسان ايءَ وفا
**کہ ناگہ نمائید بر ما جفا**
تہ خود اوچتوئي ڪندؤ ڪا جفا

**چہ باغ وفا را کہ ما کاشتیم**
وفا جو، جو هو باغ پوکيو اسان
**ثمر آنچہ او داد برداشتیم**
ڏنو، ان جو ڦل، سوئي پوڳيو اسان

**هم آنگاه بَدر رفت آن یادگار**
سڻي منهنجي ساري اها ئي پچار
**سوي خانہ خویش آن مرد کار**
هليو پنهنجي گهر ڏي ويو مرد ڪار

**فرستاد پيغامِ ديگر چنين** **نباشد صلاح و صواب اندرين**
نياپو وري موڪليئين ههڙي باب تہ هن ۾ نہ ڪائي صلاح ۽ صواب
**کہ بَدنامي هست در خاص و عام** **کہ واپس گِرفتند گاري تمام**
اها آهي بدنامي منجهہ خاص و عام ونڻ گاڏي واپس سراسر تمام
**بدينسان بَدادم جواب چُنين** **کہ بَدنامي ما نَباشد درين**
وراڻي ڪيم ان جي هنپر ادا تہ ان ۾ اسان جي نہ بدنامي ڪا
**اگر هست بدنامي از بهرِ ما** **وهم نيست نيکي براي شُما**
اسان لئي جي بدنامي ٿيندي اها تہ نيڪي اوهان لئي بہ ٿيندي نہ ڪا
**بگويند مردم چنين خاص و عام** **بداد و گرفتند واپس تمام**
ائين چوندا ماڻهو سيئي خاص و عام تہ ڏيئي کسيائون وري سا تمام
**کہ اين هست درپيش صاحب خرد** **کسي کو شَنَاسد ز نيکو ز بد**
انهي عقل واري اڳيان هي پڌر چڱائي مٺائي جي جنهن کي خبر
**کسي کو کہ چيزي نمايد عطا** **گِرفتن ازو باز نبود روا**
تہ ڪا شيءَ ڪري پهرين ڪنهن کي عطا وري پوءِ کسڻ اصل ناهي روا
**غم گاري و اسپ باشد چہ چيز** **کہ داريم غمهاي بسيار نيز**
نہ غم گاڏي گهوڙي جو ڪا آهي چيز انهيءَ ڪان گهڻا غم رهيا منجهہ تميز
**ز ملک و ز مال و ز تاج و ز گنج** **هم از عزت رفتہ داريم رنج**
سندو ملڪ ۽ مال ۽ تاج، گنج ۽ عزت ويل جو، وڏو آهي رنج
**ازين زندگي مرگ باشد نيکو** **در اين کار نبود دگر گفتگو**
ٿيو موت هن زندگي کان ڀلو نہ ان ڳالهہ ۾ ٻي ڪپي گفتگو
**ازين بعد "منشي محمد" بنام** **کہ مردي نِکو هست پاکيزه کام**
۽ منشي محمد سو هو جنهن جو نام جو لائق چڱو مڙس ٿيو نيڪنام

**فُرستاد تا زين اسپان نيز**　　**بگاري ببردند آن جملہ چيز**

مڪئين تنهنکي، پوءِ جو روانو ٿيو　　وٺي زين سامان گاڏي ويو

**پس از چند روزي بيامد خبر**　　**کہ آمد درينجاي لاردِ دگر**

پئي وقت ٿوري کانپوءِ هي خبر　　نہ ٻيو لارڊ آهہ ٿيو مقرر هينئر

**بگرديد موقوف لارد کہ بود**　　**نہ آيد از اين طول گفتارِ سود**

اڳيون لارڊ جوهو، سو موقوف ٿيو　　ڪبو فڪر ان ڳالهہ جو ڪونہ ٻيو

**بجايش برو صاحبِ نامور**　　**نِشت آنکہ آيد گورنر دگر**

سندس جاءِ تي صاحب نامور　　رهيو، جيسين آيو گورنر دگر

**کہ سر هينري هاردنگ، نامِ اوست**　　**دليري تمام است مردي نکوست**

سو سر هينري لارڊ هارڊنگ هو　　دلير ۽ چڱو مڙس آهي اهو

**هَمۂ مردمِ شهر از خاص و عام**　　**نمايند تعريف او لاکلام**

سيئي آدمي شهر جا خاص و عام　　گهڻي ان جي تعريف ڪن ٿا تمام

**کہ عادل بود نيز هم ظلم دوست**　　**ندارد پي آنکہ مردي نکوست**

جو عادل تمام آهي ۽ مرد نيڪ　　نہ ٿو ظلم ۽ زور ڪي ڏئي سو ٽيڪ

**شُنيديم تَوصِيفش از حد تمام**　　**زهر گونہ از مردمِ خاص و عام**

گهڻي ان جي ساراهہ ٻڌي مون تمام　　ڪئي هر طرف کان تي جا خاص و عام

**بگشتيم شادان کہ باشد نکو**　　**کہ آمد چنين نامور نيکخو**

سيئي خوش ٿياسون جو صاحب نڪو　　اچي ههڙو سهڙيو هتي نيڪخو

**نمايد تميزي بهر کاروبار**　　**کہ نيکو نهاد است آن مرد کار**

تفاوت پروڙي سندو ڪاروبار　　۽ دل جو اڇو آهي سو ڪامگار

**بيامد چو از راهِ در "کلکتہ"**　　**نهادند در شهر بار و بنہ**

جڏهن آيو سو مرد منجهہ ڪلڪتا　　رکي پنهنجو سامان ڪوڙيئين بنا

**بگردید مشغول در کاروبار　　بدرگہ بمردم همین داد بار**
اچي ٿيو سو مشغول منجهہ ڪاروبار　　رکيائين ملاقات ماڻهن جي ڪار
**اگرچہ بدرگاه آن نامور　　گذشتہ هر آنچہ بما سر بسر**
اگرچہ اڳيان ان وڏي نامور　　اسان سان ٿيو جيڪي هو سربسر
**ز ظلم و ستمهاي جور و جفا　　کہ کردند در دوستي ناسزا**
سيئي ظلم زوري ستم ۽ جفا　　ڪيائون جي منجهہ دوستي ناسزا
**بگفتیم مرد است نیکو نهاد　　ز نيکي نمايد بما نیز ياد**
اسان ڪان ٻڌا مرد نيڪو نهاد　　اسان کي ڪندو هو بہ نيڪي سان ياد
**ز گرديدني مهرِ گيتي فَروز　　بدين نيز بگذشت بِسيار روز**
چڙهيو ۽ لٿو، مهر گيتي فروز　　گذر ڳچ ٿيا، ڳالهہ هن کي بہ روز
**چُو دِيدِيم لارد نخود کرد ياد　　نپرسيد از ظلم بيداد و داد**
ڏٺو سون جڏهن لارڊ، ڪيو ڪين ياد　　پڇيائين اسان کان نہ بيداد داد
**نِوشتيم پس نامۂ را بدو　　جواب دِگرگُون فُرستاد اُو**
لکي سين تڏهن ان ڏي هڪڙي چٺي　　اسان ان جي ورندي عجائب ڏني
**سَوالي يکي و جوابي دِگر　　شُنيديم چون گفتگو سربسر**
سوال آهي هڪڙو تہ ٻيو ٿيو جواب　　ٻڌي سون جڏهن ڳالهہ سڀ با صواب
**نِوشتيم بارِ دگر اين چنين　　کہ خوبي نيايد گر از تو يقين**
وري خط لکيو سُونس پوءِ ههڙي پر　　مناسب جي چاڙو تہ اي نامور
**بسُوي ولايت از اين جايگاه　　ز درياي خشکي بہ پيموده راه**
تہ موڪل ولايت اسان کي هتان　　سمنڊ ياڪ خشڪي جي رستي متان
**بہ لندن رَسانيِم خود را روان　　شِتَابان بکردار باد وزان**
اسان کي ڏي، لندن روانو ڪري　　سگهو واءُ جيئن پر پکين جا پري

**بشاه و وزیر و بامراء تمام    بامناي دولت بخواص و عوام**
تہ وٽ شاھہ وزرا ۽ امراءِ تمام    امينن اڳيان توڙي وٽ خاص و عام
**نمائیم احوالِ خود را بیان    بما آنچہ بگذشت در این زمان**
ڪريون پنھنجو احوال سارو بيان    اسان تي گذر جيڪي ٿيو سڀ عيان
**نموديم چون نامہٴ را بدو    فُرستاد پس باز آن نام جو**
جڏھن خط انھي ڏي مڪوسون اسان    سو واپس مڪائين وري سيگھہ سان
**چُون نگرفت نامہ ازان بعد نیز    ز بھرِ ملاقات مردي تمیز**
تينھان پوءِ بہ ٻيو خط ھٿايئين وري    ملاقات لئي پوءِ سڏايئين وري
**طلب از براي ملاقات کرد    برفتیم زانجا بکردار گرد**
اسان کي سڏايئين ملاقات ڪاڻ    وياسون سيپئي وٽس سيگھہ ساڻ
**بشھري اَچانک بَجَاي قَديم    کہ بُد لارد سابق در آنجا مقیم**
اچانڪ شھر ۾ جا ھئي جاءِ قديم    اڳيون لارڊ جنھن جاءِ ۾ ھو مقيم
**رَسِيديم چُون بر درِ بارگاه    پس از چندھاي درآن جايگاه**
رسياسون جڏھن در تي درٻار جي    ذري بعد وياسون اندر سڀ لنگھي
**بَدِيدَم مر آن مردِ کپتان را    میخي فاربس گاردن نیک را**
ڏٺو مرد ڪپتان کي مون اتي    اڳئين فاربس گارڊن مرد کي
**کہ ھست اُو مقرر بَر مَا تمام    بخدمت گذاري بھر صبح و شام**
اسان لئي مقرر جو آھي تمام    ڪري پوري خدمت صبح توڙي شام
**بَرفتيم زان پس درآن بارگاه    گورنر نبوده دَران جايگاه**
تنھان پوءِ وياسون اندر بارگاھہ    مگر ھو گورنر نہ ان جائگاھہ
**چہ قَدري نِشَستِيم آمد برون    بپرسيد بسيار آن ذوفنون**
گھڙي ڪن پڇاڻان سو نڪتو ٻھر    پڇئين حال احوال ٿي باخبر

**بَپُرسید بِسیار زان بعد گفت**    **کہ احوال خود را بباید نوشت**
وٺي حال احوال ان پوءِ چيو    لکڻ گهرجي احوال توکي سچو

**رسانید آن را بنزدیک من**    **جوابش بدادم درآن انجمن**
وهاريو مونکي، پر ۾ صاحب سندي    چيا ان کي ان وقت مون لفظ هي

**نوشتہ فریسم بنزدیک تو**    **همۂ خواهش خویش را اندرو**
توهان ڏانهن لکي موڪليندا‌سون حال    ارادن ۽ نت خواهشن جي مقال

**نَبَاید کہ چون نَامۂ پیشتر**    **کہ اُورا نخواندي ز سر تا بسر**
مناسب نہ جو خط اڳئين جي مثل    پڙهڻ کانسواءِ ڏيڻ انهيءَ کي اچل

**بخوانده تو آن نامہ اي سرفراز**    **هَمِیدون فُرستاده ام بر تو باز**
اسانجو اڳيون خط، پڙهڻ کانسوا    اسان ڏي تو موٽايو هو بي خطا

**چنین گفت لارد درآن انجمن**    **کہ از دستِ کپتان نیامد بمن**
اسان کي چيو لارڊ ات هيڙي پر    نہ ڪپتان خط جي ڏني مون خبر

**جَوابش بگفتم کہ اي باوفا**    **براندم در اول چو کپتان را**
ڏنم ان کي ورندي تہ اي باوفا    ڏنو خط مون ڪپتان کي برملا

**چو پَس داد کپتان مَر آن نامہ را**    **بہ پیشت فُرستادم اي باوفا**
ڏنو مونکي ڪپتان خط موٽي سو    وري ان ڏي مون موڪليو هو اهو

**بگفتا فریسید نامۂ دگر**    **جَوابش فریسم همین سربسر**
چيائين تہ خط موڪليو ڪو ٻيو    وراڻي انهي جي بہ ڏيندس سگهو

**دِگر گُفت آن لارد باوفا**    **بہ دَمدَم کنم نیکوي با شُما**
ٻيو هيئن چيو لارڊ هو باوفا    تہ "دَم دَم" ۾ سک آن کي ڏيندس جهجها

**اَزَان پس بگشتیم زآنجا رَوان**    **بہ دَمدَم درون نیم باسوز و جان**
تنهان پوءِ روانا ٿياسون اتان    گزاريون ٿا "دَم دَم" ۾ سان سوز جان

**ملاقات گُشتہ بماهِ صيام**
**بجان و دِلم بود غم را مقام**
ملاقات انجي ٿي روزن ڏينهن
اسان جا هئا غم سان پرپور من
**نِوشتيم نامہ برآن نامور**
**رساندیم در نامہ اُو را خبر**
لکيو سون بہ خط طرف ان نامور
لکي سون انهي خط ۾ ساري خبر
**اگر از تو نيکي نيايد رَوا**
**بہ لندن بُده نيز رخصت مرا**
پڇي جي نہ نيکي توهان کان بہ کا
تہ لندن پڄائج اسان کي پلا
**کہ شاه و اميراند آن جايگاه**
**وَ هَم مردمِ خوب نيکو نگاه**
جو ات بادشاهہ آهي امراءَ بہ ات
چڱي ڏيان وارا ۽ وزراءِ بہ ات
**مگر حقِ ما را رسد باز پس**
**کہ جز حق نداريم ديگر هوس**
ملي حق اسانجو اسان کي وري
نہ سڌ کا بہ دل ۾ اتئون ٻي ذري
**جَوابي نِوشتہ نيامد از اُو**
**ز مردم شُنيديم پس گفتگو**
لکي ان وراڻي نہ کا پي مکي
اسان ڳالهہ ماڻهن کان، پر هيئن ٻڌي
**زباني ز کپتان و از نوکرش**
**کہ اُو هست منشي همين بر درش**
ٿي کپتان ۽ انجي نوکر چيو
جو منشي ٿي قائم ٿي ان وٽ رهيو
**کہ رفتن بسوي ولايت رَوا**
**نہ کردند هر دو کسي از شها**
نہ صاحب وڃڻ کيو ولايت روا
نہ کنهن کي بہ آن مان اها ٿي عطا
**نباشد دِگر ظلم زين بيشتر**
**کہ بر ما نمودند سر تا بسر**
نہ ان کان زياده کو ٻيو ظلم هو
سو سر تي اسان جي کيو ٿي ويو
**گرفتار هستيم در فکرها**
**بدينسان نہ بدهد کسي را خدا**
غمن ۾ گرفتار آهيون ٿيا
نہ غم اهڙا کنهن کي بہ شل ڏي خدا
**ندانيم تا چُون شَوَد بعد ازين**
**بحکم خداي زمان و زمين**
خبر ناهي ٿيندو انهيءَ بعد ڇا
کندو ڇا زمين ۽ زمن جو خدا
**وَ هَم ماهِ شوال بگذشت نِيز**
**ز نيکي نَدِيديم ما يک پشيز**

گذر ماهہ شوال پڻ تي ويو ڏنوسون نہ نيڪي سندو ڪو ذرو

**نِهاديم ما ڪارِ خود بَر قَضَا چِہ سَازد خدا و نبئ خدا**

رکياسون سيئي ڪم قضا تي ڪٽي چڱي جا خدا ۽ نبي ڪي وٽي

**وَ هَم شاهِ مشڪل ڪشا مرتضيٰ وَ اولادِ امجاد خيرالورا**

۽ پڻ شاهہ مشڪل ڪشا مرتضيٰ ۽ اولاد امجاد خير الوريٰ

**بکن ”جعفري“ شکر هر دم مُدام بآلِ محمد عليہ السلام**

پيو شڪر ڪر ”جعفري“ تون مدام بہ آلِ محمد عليہ السلام

# ڪتابيات


(1) ايسٽوڪ، وليم جوزف: 'نئين مصر جا پراڻا ورق'، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1970ع.

(2) ٺٽوي، مخدوم محمد ابراهيم، 'تڪمله مقالات الشعراء' (فارسي)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1958ع.

(3) خداداد خان مولائي شيدائي: 'لب تاريخ سنڌ'، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1994ع.

(4) راشدي، پير حسام الدين: 'ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون'. انجمن تاريخ سنڌ، حيدرآباد 1981ع.

(5) منشي ٿانورڻ مل حيدرآبادي: 'تاريخ سنڌ'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2008ع.

(6) مهر، غلام رسول: 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر' (ٻه جلد)، ثقافت کاتو ڪراچي 1996ع.

(7) ميرزا سڪندر علي بيگ: 'سنڌيءَ جو عروض'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 1986ع.

(8) ميرزا صفدر حسين بيگ: 'سنڌ جا ٽالپور'، ٽالپور فائونڊيشن. حيدرآباد 2011ع.

(9) ميرزا عباس علي بيگ: 'تاريخ سنڌ ٽالپور دؤر' (جلد پهريون)، مير مراد علي ٽالپور پبليڪيشن، حيدرآباد، 2012ع.

(10) ميرزا عباس علي بيگ: 'تاريخ سنڌ ٽالپور دؤر' (جلد ٻيو) قلمي، ڪتبخانهٔ ميرزا عباس علي بيگ.

(11) ميرزا عباس علي بيگ: ’منهنجي خاندان جو حسب نسب‘، قلمي، ڪتبخانۀ ميرزا عباس علي بيگ.

(12) ميرزا گل حسن، احسن ڪربلائي: ’دردانگيز سفرنامہ جعفري (منظوم سنڌي ترجمو) قلمي، ڪتبخانۀ ميرزا عباس علي بيگ.

(13) مير نصير خان ٽالپور: ’دردانگيز سفرنامہ جعفري‘ (فارسي) قلمي، ڪتبخانۀ ميرزا عباس علي بيگ.

(14) ’ديوان غزلهاي مير محمد نصير خان ٽالپور جعفري‘ دانشگاه سيستان و بلوچستان، ايران 2010ع.